# جامد ۽ متحرڪ تخليقي قدر

(مضمون)

فراق هاليپوٽو



# جامد ۽ متحرڪ تخليقي قدر

(مضمون)


ليکڪ

فراق هاليپوٽو



پُراڻ پبليڪيشن جهڏو

2018ع

ڪتاب جو نالو: جامد ۽ متحرڪ تخليقي قدر
ليکڪ: فراق هاليپوٽو
موضوع: مضمون
ڇاپو: پهريون
تعداد: پنج سئو
سال: © 2018ع
ڪمپوزنگ: يلجي پيل, راول هاليپوٽو
لي آئوٽ: علي جان لغاري
ٽائيٽل: عظيم ڪنير
ڇپيندڙ: پُراڻ پبليڪيشن جهڏو
فون نمبر: 03002382699
03002682036
قيمت: 300 روپيا

# ارپنا

سائين تاج جويي

۽

پيگونت ناواڻي

جي نانءَ

# سناءُ

# اداري پاران

سنڌ جي پلوڙ ذات ذکي شاعر ۽ ليکڪ فراق هاليپوٽي جو قلمي پورهيو هن ڪتاب ڪان اڳ ۾ به سنڌ اندر شاندار موٽ ماڻي چڪو آهي، ان جو سبب اهو آهي جو پڙهندڙن جو وڏو حلقو ڪيس مڃتا ڏي ٿو. پُراڻ پبليڪيشن جهڏو پنهنجي وس آهر سنڌي ادب ۾ شروعاتي وکون کڻي اڳتي وڌي رهي آهي. ان ڪوشش جي هڪڙي ڪڙي سنڌ جي پلوڙ ليکڪ ۽ شاعر فراق هاليپوٽي جي مضمونن تي مشتمل ڪتاب "جامد ۽ متحرڪ تخليقي قدر" شايع ڪري توهان جي هٿن تائين پهچائيندي دلي خوشي محسوس ڪري رهيا آهيون. ڪتاب "جامد ۽ متحرڪ تخليقي قدر" ۾ مختلف شاعرن ۽ اديبن جي شاعريءَ ۽ شخصيت تي ليک شامل آهن. جيڪي وقت به وقت اخبارن ۾ پڻ شايع ٿيل آهن.

پُراڻ پبليڪيشن جهڏو جي اها ڪوشش آهي ته سنڌ جي نئين نسل جي سگهاري مطالعي لاءِ علم، ادب، فلسفو، سياسي ۽ سماجي شعور، شاعري ۽ تاريخ جي موضوع تي نهايت ئي معلوماتي ترقي پسند ۽ انقلابي ڪتاب شايع ڪجن. ان ڪوشش کي ڪامياب بڻائڻ لاءِ ادب ۽ علم دوست باشعور ماڻهو اسان جي رهنمائي ڪن ته جيئن علم ۽ ادب جي هن سفر کي ڪاميابي سان جاري رکي سگهجي.

**محب پيل،**

**فقير سليمان لغاري**

**پُراڻ پبليڪيشن جهڏو**

مهاڳ

# تنقيد ذاتهن هڪ شاعراڻو سفر

سنڌي ٻوليءَ جو ڪيترو ئي تاريخي، تخليقي، نثري ۽ تنقيدي ڪم ادب جي اسڪرين تي نمودار نٿو ٿئي ۽ انيڪ رڪاوٽن، ادبي بي قدرين ۽ سرپرستيءَ جي اڻهوند جي ڪري سرد خاني جي حوالي ٿي وڃي ٿو اخبارن، رسالن، تقريبن ۽ سائبر ادب جي وسيلن تي عارضي وقت جي لاءِ ليئو پائيندڙ ڪيترو ئي ادب اڄ به ڪنهن ترتيب، درجهءَ بندي ۽ سهيڙ جي عمل کان محروم آهي، تقريبن گليمرس، صحافتي ادب ۽ سائبر ادب جي هن دور ۾، توڙي جو معياري ادب دريافت ڪرڻ ديواني جي خواب مثل آهي، پر مقدار مان ئي معيار ڪِٿان ڳولي سگهبو؟ اهڙي ادبي ماحول ۾ وکريل تخليقي،نثري ۽ تنقيدي ڪم کي يڪجا ڪري، باقاعدي ڪتابي شڪل ۾ نروار ڪري، ادبي پرک يا آزمائش جي لاءِ پيش ڪري سگهجي ٿو فراق هاليپوٽي به هن ڪتاب "جامد ۽ متحرڪ تخليقي قدر" جي ذريعي پنهنجي نثري ڪم کي يڪجا ڪري، اهڙي بهترين ڪوشش ۾ هڪ پنهنجي حصي جو هَٿُ ونڊايو آهي.

فراق هاليپوٽي جو هي ڪتاب "جامد ۽ متحرڪ تخليقي قدر" پڙهندڙ کي ڪِٿي به مايوس نٿو ڪري، ڇو ته سندس نثر ۾ نه صرف تنقيدي شعور آهي، پر تخليقي معيار جون به نشاندهيون ڪيل آهن. اُهو ڪِٿي خود ساخته ته ڪِٿي بي ساخته لِکندو رهي ٿو سندس لکڻيون نه صرف خالص ادبي مزاج جون عڪاس آهن. پر سندس شاعراڻي طبيعت جي رنگينين ۽ اندر جي ڪائنات جي اُڇل جون به نقيب آهن، هُو ادبي وايو منڊل جي اياڳ مصلحتن جي باوجود، ڪڙو سچ به ٺهڪائي

ڳڊجي ٿو جنهن ڪي آئون سنڌس وڏي خوبي سمجهان ٿو. هُو همعصر تخليقڪارن جي تخليقن سان بي پناهه پيار ڪرڻ جي باوجود، هُنن جي تخليقن جي ڪِن حصن تي بُوريت ۽ بيزاريءَ جو اظهار بہ نهايت آرٽسڪ لهجي ۾ ڪري وجي ٿو جيڪا لِکڻ جي هڪ ہي انوکي خاصيت آهي. اُنهيءَ ڪري سنڌس هن ڪتاب ۾ موجود مواد کي هڪ شاعر جي پاران ڪيل شاعراڻي قسم جي تنقيد چَئجي تہ ان ۾ ڪو وڏاءُ ڪونہ ٿيندو.

فراق پنهنجي هن شاعراڻي تنقيدي واري ڪتاب ۾ ڪِٿي بہ لِکڻ جي لاءِ تخليقڪارن جي طبقاتي متيپد جو قائل نظر ڪونہ ٿو اچي. هُو پنهنجي ادبي جيون ۾ هر معروف ۽ غيرمعروف، اهم ۽ غيراهم، نئين ۽ پُراڻي تخليقڪار تي لِکندو رهي ٿو. ائينءَ چئجي تہ هُن وٽ لِکڻ جي چونڊ ڪابہ ترجيح نٿي پائي. اُنهي ۾ سڀ کان وڏو فائدو هيءُ ٿئي تہ هُو گمنام ۽ غيره وف يا نظرانداز ٿيل اديبن جي عبارتن مان معنائن جا نوان گوهر ڳولي پڙهندڙ جي جهولَ ۾ وجهي ٿو جنهن مان هڪ طرف ادب جي ڏرتيءَ تي لابيز سسٽم جي نفي ٿئي ٿي تہ ہي طرف گمنام ٿيل معياري ادب کي ادبي قبوليت ملڻ جي اميد افزا فضا جنم وٺي ٿي. ٻيو تہ ائينءَ ڪرڻ سان ڪنڊ پاسي جي تخليقڪارن کي پڻ نئون اُتساهہ ملي ٿو ۽ ڳڏيل سطح تي جتي هڪ شاعراڻي قِسم جو نثر سرجي پوي ٿو اُتي تنقيدي سمتن ۾ پڻ روشنيءَ جي ڪانہ ڪا جهلڪ جهلڪي پوي ٿي.اِئين سنڌس هيءُ ڪتابُ پنهنجي ادبي جوهر ۾ جتي فراق هالپوٽي جي وکريل نثر کي هڪ ئي مالها ۾ پُوئي محفوظ ڪري ٿو ۽ ادبي اتهاس ۾ هميشہ جي لاءِ هڪ ٽمڪندڙ سِتاري جيان نِکري بيهي ٿو اُتي فڪر جي دنيا ۾پڻ ڪئين سوال جنمي، اُنهن جي جوابن لاءِ عهد جي نقادن کي پڻ مدعو ڪري ٿو.

اُنهيءَ ۾ ڪو شڪ ڪونهي تہ فراق جي هن ڪتاب ۾ اڻ چونڊيل مواد تي ڀرپور مواد آهي. پر اُنهيءَ سان گڏوگڏ سنڌس سرجيل مواد ۾ ڪا خاص ترتيب ڪانهي. پر فراق جي وڏي خُوبي هيءُ بہ آهي تہ هُو جڏهن ڪنهن بہ تخليق تي لِکي ٿو تہ اُن تخليق جي عبارت جي اُونهي کُوهہ ۾ پاڻ کي اُڇلائي، قيد ڪري نٿو ويهي. پر اُنهيءَ کان ٻاهر نڪري، دنيا جهان جي فيلسوفن، اديبن، شاعرن ۽ تنقيد نگارن جا

**جامد ۽ متحرڪ تخليقي قدر**

حوالا سهيڙيءِ پنهنجي نثر جي سرزمين کي خوشحال ڪري ٿو ۽ بين بولين جي تخليقن مان پڻ پڙهندڙ کي حظ وترائي ٿو جنهنجي ڪري سندس هن ڪتاب جون تحريرون ڪجهه نه ڪجهه وسعتن جي آسمان کي ڇُهي وٺن ٿيون.

فراق جا سواءِ هڪ اڌ عدد جي ٻيا سمورا آرٽيڪلس شاعريءَ تي ئي آهن. جن ۾ هُن ڪِٿي تخيلاتي روايت پسنديءَ تي اعتراض ڪيو آهي ته ڪِٿي وزن بحر جي ناهموارين ۽ اطلاق جي ڪمزورين جي شڪايت ڪئي آهي. پرسندس اڪثر لکڻيون جڻ ته نثري نظمن جي تخليقي آستانن جي بنيادن ۾ محرڪن کي لوڏينديءَ اُنهن مان ئي ڦُٽي نروار ٿيون آهن. هُن توڙي جو تنقيد جي اصُولن جي باقاعدي پيروي ناهي ڪئي، پر سندس لِکڻين کي تنقيديءَ ادب کان آسانيءَ سان ڌار به نٿو ڪري سگهجي، ڇو ته اُنهن تحريرن جي موٽ وارا عڪس انتقاديات جي فيصلن کي روشنيءَ جي صورت ۾ توانائي بخشين ٿا ۽ انتقاديات جي پوکن کي ئي سِڌي يا اڻ سِڌي طرح ڪنهن نه ڪنهن ريت سيراب ڪن ٿا. ڇو ته اُنهن تحريرن جي پاداش ۾ هڪ سُهڻي شاعري کول اکيل آهي. نقصن جي نشاندهي آهي ۽ تخليقن کي سمجهڻ جي لاءِ هڪ شعوري سعيو ۽ جستجو آهي. ٻئي طرف فراق جي حيرت ڪندڙ ڳالهه هيءَ آهي ته خود تنقيد ۽ نقادن جي لاءِ به فراقُ هِن ڪتاب ۾ انيڪ سوال تخليق ڪري ويو آهي. خود سندس هيءَ ڪتاب به تنقيدي جي دائري ۾ اچي ٿو اُن تي تحفظات هوندي به رڳو سندس مضمونن جي اندر لهون ٿا.جيئن مجموعي راءِ کي قائم ڪري سگهون......!!!

هن ڪتاب ۾ سڀ کان پهريون مضمون "پهريون پنڌ پهاڙن جو" آهي. هيءَ مضمون پنهنجي تخليقي ۽ هيئتي مزاج ۾ هڪ مهاڳ آهي. جيڪو هُن سائل پيرزادي جي ڪتاب "خوشيون پرڏيهه جا پنڇي" جي لاءِ لکيو هو هن ڪتاب جو هي پهريون مضمون فراق هاليپوٽي جي پياري نثر جو درشن ڪرائي ٿو سندس نثر پلي تنقيدي ادب جي لوازمات جو پُوراٿو ڪندڙ نه هُجي. پر سندس نثر جي فڪري ساختيات ۾ تنقيد جي ڪائنات جا ستارا لاشعوري طور به چمڪندي نظر اچن ٿا ۽ سندس لفظيات جو اوپو سندل. انتقاديت جي هلڪين چانڊوڪين واري جماليات ڄامد ۽ متحرڪ تخليقي قدر

کي پَسائي ٿو مهاڳ ۾ نثري نظم جي صنف کي گهڻو ڪري شاعري ثابت ڪرڻ جي لاءِ ادبي وڪالت ڪئي وئي آهي، پر اُنهيءَ لاءِ نعڪري استد لال طور صرف سائل پيرزادي جي نثري نظمن کي فراق هاليپوٽي ڪافي سمجهيو آهي، جيڪو درست نہ آهي، ڇوتہ نثري نظم جي افاديت ۽ ماهيت پسائڻ جي لاءِ انيڪ شاعرن جي نثري نظمن جي تخليقي ڪهڪشائن جو سير ڪرڻو پوندو ۽ جيستائين نثري نظم کي هڪ صنف طور قبوليت ۽ رد ڪرڻ وارو ادبي سوال آهي تہ اُهو ايڪهينءَ صديءَ جي هِن ٻي ڏهاڪي جي پوين سج ۾ پنهنجو ماهيتي جوهر، قدامت پسنديءَ جي ڪري وڃائي چڪو آهي، فراق کي نثري نظم جي ڪائنات کي ميجائڻ واري بحث جي ڏرتيءَ سجائڻ جي برعڪس، سائل پيرزادي جي نثري نظم جي اُونهن سمندن ۾ لهڻو هُو ۽ ترڻو هو پر هُو اهڙي زحمت ناهي ڪئي، جنهن مان لڳي ٿو تہ هُن تو تہ هن کي سائل جا نثري نظم گهڻو متاثر نہ ڪري سگهيا آهن، جنهن جي ڪري هُن حوالا تہ سائل جي نظمن جا ڏنا آهن، پر هُو مجموعي نوعيت جا بحث کُولي ٻاهرين پاسي بيٺل نظر آيو آهي، پوءِ بہ هُن مهاڳ ۾ ڪي ادبي خوبيون آهن تہ هن مهاڳ جي نثر جي پاداش ۾ ادبيت آهي، اديبت کي هن علمي وسعت واري صديءَ ۾ ڪي ورلي نثر نويس اصلي حالت ۾ برقرار رکي سگهيا آهن، جن ۾ پياري فراق جو نالو بہ هاڻي ڳڻائڻ جهڙو ثابت ٿيو آهي، پيو تہ هيءَ مهاڳ فراق هاليپوٽي جي تخليقي آسمان جا ستارا بہ هِتي پڌاري ويو آهي، جن ستارن کي فراق هاليپوٽي جي نظمي کير ڏارا ۾ هڪ تخليقي وهڪ جنمٽي هئي، تخليقڪارن جو نثر اڪثر سندن تخليقي توانائيءَ تي انحصار ڪندو آهي، جنهن جي ڪري سندس نظمي زمين خالي ٿيندي رهندي آهي ۽ نثر جي زمين آباد ٿيندي رهندي آهي، هن مهاڳ جي اُها تہ لاشعوري رُوشني هئي، پر شعوري سطحن تي فراق هاليپوٽي دراصل سائل پيرزادي جي نثري نظمن جي ادبي قدرداني ڪندي نظر اچي ٿو ائينءَ هيءَ مهاڳ پنهنجي متني بيهڪ ۾ شعور ۽ لاشعور جا تضاد اظهاري بہ اُنهيءَ ڪري خوبصورت آهي، جو اُنهيءَ ۾ فراق هاليپوني جهڙي سگهاري نثري نظم جي تخليقڪار جون ادبي سوچون خيال ۽ فڪر آهن، جيڪي خالص هُن جي ادبي ۽ تخليقي تجربن جو نچوڙ آهن. هِن مهاڳ

**جامد ۽ متحرڪ تخليقي قدر**

۾ حوالن جي گھٽائي علمي ٿهلاءُ ڪري ٿي، جيڪو علمي ٿهلاءُ نثري نظمن جي سرڄڻهارن جي لاءِ فائديمند آهي، ٻيو تہ هِن مهاڳ وسيلي هي ڪتاب سائل پيرازدي جي ڪن سُندر ۽ محاڪاتي نثري نظمن جو پڻ درشن ڪرائي ٿو هن ڪتاب ۾ فراق هاليپوٽي جو هڪ ٻيو مهاڳ "ڇٽيل پنن جو سُرمو" جي عنوان سان بہ ڏنل آهي، هيءَ مُهاڳ جيڪو پنهنجي عنوان ۾ شاعراڻي تجريديت ۾ گنان ڪندڙ آهي. سانيٽ جي روايتي اُيار ۽ فني يڪسانيت تي ڀرپور تنقيد ڪندڙ مهاڳ آهي، جاويد جبار جي ڪتاب "زنگجي ويل ننڊ" تي لکيل هيءَ مُهاڳ تمهيد ۾ حسبِ دستور پُرڪشش آهي، پر اُنهيءَ سان گڏوگڏ هن مُهاڳ ۾ فراق هاليپوٽي جي ڪافي ادبي مشاهدن، شاعراڻن تجربن ۽ ادبي ڪچهرين جو هڪ نچوڙ نظر اچي ٿو هن مهاڳ کي پڙهندي مون ائين‌ءَ محسوس ڪيو تہ فراق پنهنجي نثري عبارت ۾ شاعراڻي تاثر ۽ تنقيدي توڙي تحقيقي شعور جو امتزاج سرجيندڙ نثر نويس بہ آهي، هِن مهاڳ ۾ سانيٽ جي صنف واري ارتقا ۾ رڳو ٽيڪنڪ تي پاڙڻ واري رويي تي بي چيني‌ءَ ۽ بيزاري‌ءَ جو عالم تخليق ڪيو ويو آهي، هِن مهاڳ ۾ فراق، پنهنجي هِن تجزياتي موقف تي قائم آهي تہ سانيٽ جي صنف سٺ سالن کان پوءِ وڃي سنڌي ويس ڍڪيو آهي، سنڌس اُنهيءَ راءِ ۾ ڪافي سچائي‌ءَ جي باوجود، اهڙو فيصلو وڏيڪ موجوده عهد جي نقادن جي حوالي ڪندي، ڪتاب جا پنا اُٿلائي ڏسون ٿا تہ فراق جو هڪ ٻيو مضمون آڏر ياءُ ڪري ٿو جنهن جو عنوان "هڪ اڪيلائي جي لِکيل اجتماعي تاريخ" آهي، هن مضمون جو بنيادي محرڪ ابن ڪلهوڙي جي نثري نظمن جو تخليقپڻو آهي، هِتي پڻ فراق نثري نظمن جي فني ۽ فڪري ڪارج واري بحث کي اکولي ٿو جنهن ۾ هُو مختلف نثري نظمن جي شاعري جا مثال اخذ ڪندي، نثري نظم جي هڪ صنف واري مجتا جي لاءِ سگهاري جستيفڪيشن پيش ڪري ٿو، اهڙي بحث جي نوعيت توڙي جو اجتماعي آهي، جنهن جي ڪري ڪيس ابن ڪلهوڙي جي نثري نظمن جي سرزمين تي لهي. سندس شعري ڪائنات مان گلڙن جي واس ونڻ ۽ لفظن جي سرءَ رت کي بہ محسوس ڪرڻ جو موقعو گهٽ مِلي ٿو پر پوءِ بہ سندس رُوح ڪِٿي ڪِٿي تورو ڪي گهٽو ابن ڪلهوڙي جي شعري تاثر واري جامع ۽ متحرڪ تخليقي قدر

وحدت کان گھڻو ڏور وڃي نہ سگھيو آهي. هيءُ سمورو مضمون، دراصل فيس بڪ تي ٿيندڙ نئين ڪوتا واري بحث جو هڪ ردعمل آهي. پر هن مضمون ۾ فراق هاليپوٽي جيڪي نقادن جي شان ۾ شوڪت وڌائڻ جي لاءِ ناڪاري قِسم جا ڏيهي ۽ پرڏيهي ڪوٽيشنس ڏنا آهن. تن سان آئون تہ گهٽ ۾ گهٽ متفق ناهيان. ٻيو تہ فراق هتي نقاد ڪانپوءِ تنقيد جو قد ڪاٽ گهٽائيندي چيو آهي تہ تنقيد جو مقصد رڳو اُهو آهي تہ تخليق کي ناهي سنواري ٻيهر لکو منهنجي خيال موجب. جديد تنقيد ۾ پسِ ساختيات/ رد تشڪيل مان اهڙو تاثر ضرور اُڀري ٿو پر مجموعي طرح تنقيد اُنهيءَ کان بہ وسيع وٿ آهي. چو تہ تنقيد رڳو تخليق کي ڪٿي ڪٿي نئين سِر لکڻ جي صلاح نٿي ڏئي. پر تخليق مان جنميل اهڙن ٻي ساختہ اثرن ۽ روين کي پڻ روڪي ٿي. جيڪي سماج. تاريخ. تهذيب ۽ ثقافتي حياتيءَ جي لاءِ نقصانڪار هُجن!

رُوحل ڪالرو جي نثري نظمن جي ڪتاب "موهن جي دڙي جي چانوَ" تي فراق هاليپوٽي جيڪا نثري عبارت سرجي آهي. سا تقريباتي تنقيد جي دائري ۾ قيد عبارت آهي. جيڪا عبارت مُن رُوحل سان ملهايل هڪ شام ۾ پڙهي هئي. جيتوڻيڪ هن نثري عبارت جي سرجڻهاريءَ وارو عمل تقريباتي لوازمات جي ڪري، انتقاديات جون گهرجون پوريون نٿو ڪري. پر هن عبارت ۾ شاعريءَ کي فلسفي سان ڳنڍڻ واري زاويي جي تمنا. جديد گهرجن جي داعي آهي.

شاهد حميد جي ڪتاب "مرگهہ اجارا نيڻ" تي تبصرو ڪندي. هن ڪتاب جي ليکڪ سنڌي شاعريءَ جي موجوده عهد جي چڻ نبض تي هٿ رکيو آهي. هُو لِکي ٿو تہ "سنڌي شاعري اليڪٽرانڪ. دا: ميڊيا ۽ فيس بڪ معرفت جڻ هڪ مارڪيٽ تي وئي آهي. اُتي اسان سڀ پنهنجو وکر رکي ئلهي واهہ واهہ ۽ داد تي خوش ٿي رهيا آهيون". هُو وڌيڪ هڪ تخليقي تجزيو وند ڪندي لِکي ٿو تہ "شاعري تہ ننڊ مان اٿيل اُنهيءَ هاريءَ جو خواب آهي جيڪو سارين جو ريج ڳنڍي ڪڙي کي پُرندي ڏسندو آهي. شاعري نہ ڪام مائهن جي اُها ڪاميابي آهي. جنهن جي صدين تائين مائهو تمنا ڪندا آهن."

فراق جا اهڙا خيال پڙهي، مون کي اُهو احساس شدت سان ٿي رهيو آهي ته هُو نثر ۾ جڻ پنهنجا تخليقي نثري نظم خرچ ڪري رهيو آهي. جيئنءَ ساڳي آرٽيڪل ۾ فراق جي هيءَ نثري عبارت جيڪڏهن لِکڻ/لفظن جي ريپليسمينٽ سان سجائي رکجي ته هڪ خوبصورت نثري نظم بنجي ويندو. اُها نثري عبارت هيءَ آهي. هُو لِکي ٿو ته "شاعريءَ اُنهيءَ ملاح جو رچ ناهي، جنهن ۾ ڪکا، تيريون، پوپريون، منديون ۽ سينگاريون هونديون آهن. شاعري ته اُنهيءَ گهاتوءَ جي ٽُٻي آهي، جيڪو چولين جو چوهه هوندي به پاتال ۾ پهچي موتي ميڙيندو آهي" فراقُ شاهد حميد جي ڪتابن تي اِڳتي لکندي، هُن کي شيخ اياز کان پوءِ بيت جي سگهاري شاعر هُجڻ واري دعويٰ ڪري ٿو جنهن جي لاءِ سندس وٽ دليلن يا فڪري استدلالن اٿاٽ آهي. شايد سندس اُهو پيار /عقيدت قائم رکڻ جو انداز هجي. هن ليک ۾ فراق، ڪِن شاعرن ۽ نقاد دوستن جا جيڪي حوالا ڏنا آهن. سي اڻ لاڳاپيل آهن. هونئن به فراق جي هِن ڪتاب ۾ ڪِٿيِ ڪِٿي ڪي شخصي يا ذاتي ريمارڪس پڻ ڏنل آهن. جيڪي سندس پيار جا نقيب ريمارڪ آهن يا مزاجن سياءَ جا پرتووا آهن. پر تنقيدي اُصولن جي پيروي ڪندي، آئون سندس اهڙن ڪمينٽس سان متفق نه آهيان. باقي ادب. تخليق تي سندس ڪي معصوم ۽ سندر خيال محبتن جو معراج واري مسرت کان گهٽ نه آهن. فراق جو رخسانه پريت جي ڪتاب "نگاهن جا سجده" تي لکيل مبهم اِيياس واقعي "مبهم" ئي آهي، پر دل جي جذبن ۽ روح جي سچائين سان لکيل اِيياس آهي. اِئينءَ فراق جا سڀ مضمون جڻ ته مصلتن جي ديس کان مڪمل نه ته تڏهن به ڪافي ڏور آهن ۽ اُهي سڀ ليک اُنهيءَ ڪري به پڙهڻ جهڙا آهن. جو اُنهن ليکن ۾ فراق هاليپوٽي جتي پنهنجو رَتُ ستُ ڏئي ٿو اُتي لفظ سندس دل جي اُونهيءَ درياهه مان. پنهنجي پُوري سچائيءَ سان نمودار ٿئي ٿو ۽ موجود دور ۾ ادب جي اهڙي سچائي جتي به هجي سا چمڻ جي لائق آهي. ڇاڪاڻ ته هي دور قدم قدم تي مصلتن جا نيٽ ورڪ وِڇائي وينو آهي. جتي فراق جهڙي ڪوتا ڪار جي سچائي بي قدريءَ جي ور چڙهڻ نه گهرجي. فراق جا به مضمون هن ڪتاب جي اڌ تائين پُهچندي، سياسي مضمون آهن. هنن غيرادبي مضمونن ۾ هڪ مضمون "تر تڏا

**جامد ۽ متحرڪ تخليقي قدر**

ساهہ ڪٽي تو" آهي، هڪ ٻيو مضمون "سفيد وحشيءَ کان ڪاري وحشيءَ تائين" آهي، جيڪو مضمون ادبي هوندي بہ سياسيءِ ٻٽيل آهي، ۽ سياست بہ حالتن جي بساط تي تبديل ٿيندڙ شئي آهي، پر ننگر چنا جي ترجمن بابت هن مضمون ۾ زبردست چاڙ ڏني وئي آهي، ننگر چنا جي ترجمن وارو پورهيو سچ پچ تہ سنڌي ادب جي موجوده عَهد ۾ رشڪ ڪرڻ جهڙو آهي ۽ فراق کيس زبردست ٽريبيوٽ پيش ڪيو آهي، عبدالله آس هنگورجي جي شاعري تي فراق تخليقي رنگ ۾ لکيو آهي فراق موجب عبدالله آس هنگورجو بہ تر جي اُنهن شاعرن ۾ شمار ٿئي ٿو جن راڳاسر جي روهيڙن جي گلڙن کان پنهنجا رنگ اڌارا ورتا آهن ۽ هُو تخليقي وجدان کي پنن تي اتاريندو ويندو آهي، پر فراقُ غزلن ۾ يڪسانيت جي نشاندهي بہ ڪري ٿو ۽ سندس شاعريءَ جي گهڻ رُخي نہ هجڻ جي شڪايت بہ ڪري ٿو، جڏهن تہ گهڻ رُخي نہ هجڻ کي فراق عيب بہ نٿو سمجهي، جيڪا ڳالهہ حيران ڪندڙ ضرور آهي.

ڪوي خاصخيليءَ جي شاعريءَ تي فراق ضرورت موجب تنقيد تہ ڪئي آهي پر خبر ناهي ڇو کيس ڪويءَ جي نظم "منهنجو ڳوٺ آ درد جي ناني" لفظ بي معنيٰ محسوس ٿين ٿا، جڏهن تہ اُنهيءَ ۾ درد کي ڳوٺ جي نانيءَ جي استعاري ۾ استعمال ڪيو ويو آهي، درد کي ڳوٺ جي اهڙي نانيءَ ڪوٺيو ويو آهي، جيڪا رليءَ ۾ ساهہ سِبي ٿي، هُن جا هٿ بہ ڏکن ٿا ۽ سُئي کيس هر هر چُڀي ٿي، فراق ساڳي وقت ڪويءَ خاصخيليءَ جي شاعريءَ ساراهہ بہ ڪئي آهي تہ هُن جي شاعريءَ ۾ غلام قوم جي نفسياتي ڪرب جو بہ درد آهي، فراق هن مضمون ۾سنڌي شاعريءَ جي موجوده ادبي عهد کي اشتهاري ۽ ادبي وڊيرائپ وارو دور ڪوٺيو آهي.فراق هن عهد ۾ هڪ خوبصورت تنقيدي صلاح ڏئي ٿو تہ اڄ جي شاعرن کي فيس بُڪ جي واهہ واهہ يا ادبي ٻيبين کان پاڻ بچائي، پاڻ کي مطالعي ۾ مصروف رکڻ سان گڏ اجاين استعارن، اجائي پيشڪش کان دامن بچائي، پُرخلوص تنقيد طرف ڌيان ڏيڻ گهرجي. پر فراق اڪثر مضمونن ۾ نقادن ۽ فيس بُڪ تي جوڙيل "شاعرائي روئامچي" واري شڪايت جو ورجاءُ گهڻو ڪري ٿو.

## جامد ۽ متحرڪ تخليقي قدر

اشرف پلي جو ڪتاب"جوڀن ڀھريان ڏينھن" تي اپياس لکندي فراق ھاليپوٽي نھايت سھڻو نثر سرجيو آھي ۽ ھُو جڏ لفظن سان دل جي ڪائنات اکيلڻ ۾ ڪامياب ويو آھي، فراق لِکي ٿو تہ "دور جزيرا ڳولڻ جي جستجو فقط قابض قوتن کي ناھي ھوندي اُھي ذليون بہ جزيرن جي ڳولا ۾ نڪرنديون آھن. جن کي نيرو نڀ پاڻ ڏانھن سڏيندو آھي، جن کي رقص ۾ خلل ناھي وڻندو يا جن کي اُھي ڇوڪريون سمجھي ناھن سگھنديون، جيڪي ضرورت کان وڌيڪ حسين ھونديون آھن. اشرف بہ اُنھيءَ جزيري ڏانھن پنڌ پيو آھي ۽ ھاڻ ڪيئي ڪائناتون ھن سان سفر ۾ گڏ آھن" باقي اڪبر لغاريءَ جي مھاڳ تي فراق جي تنقيد اضافي ۽ ڪجھ غيرمنطقي محسوس ٿئي ٿي. فراق پون سنڌي تي لکندي اوڻيھ سو بيانوي سال جي ڪچھرين ۾ ڪيل حجتن کي سمُوئيو آھي، پون سنڌي جي شاعري جي نون 9 صنفن تي ڪمزور وزن بحر جي بہ شڪايت ڪئي آھي ۽ ساڳئي وقت، سندس شاعريءَ جي بين الاقواميت تي پڻ خوبصورتيءَ سان روشني وڌي آھي، علي زاھد جي ڪتاب تي فراق جي لکڻي گھڻو ڪري تاثراتي ۽ ذاتي نوعيت جي آھي، اُن تي ڪجھ بہ نہ چوَندي، سندس ھڪ بئي مضمون "گُنيين جيئن ڦُٽي آيل شاعري" جي نندڙي ڪائنات پسون ٿا تہ فراق، تھميد ۾ رسول حمزا توف ۽ بنگال جي سرجڻھار شنک گھوش جو ذڪر ڇيڙيندي نظر اچي ٿو اِئينءَ ھن ڪتاب ۾ فراق جيترا حوالا ڪني ڪيا آھن، تن مان ائينءَ لڳي ٿو تہ ھُو مسلسل مطالعو ڪندڙ تخليقڪار رھيو آھي. توڙي جو سندس نظمي ڪائنات دل جي شھر تائين محتاط رھي آھي، پر سندس نثري لکڻيون مقداري نوعيت جون ۽ رش ڪندڙ نثري لکڻيون پائنجن ٿيون، جو تہ ھن مسلسل مطالعي سان گڏ مسلسل نثر بہ ڪڏھن دل سان تہ ڪڏھن بي دليو پئي لِکيو آھي. جنھن جي ڪري، سندس نثري لکڻيون باوجود. پنھنجي جمالياتي رعنائين جي، ڪِٿي ڪِٿي اضافي بي ترتيب ۽ اڻ چونديل موضوعن واريون نثري تحريرون آھن، جيڪي پڙھندڙ کي لطف، سواد، خوشي حظ ۽ چاڻ ڏيڻ باوجود ڪِٿي ڪِٿي اُڃيو ئي ڇڏي ڏين ٿيون. نظم ۽ نثر ٻنھي سان نڀائڻ، حقيقت ۾ ٻن ٻيڙين ۾ سواري ڪرڻ جي برابر آھي، پوءِ ٻنھي ٻيڙين جو توازن ھڪجھڙو رھي ۽ اُھي منزل تي رسائي ڪن، اُھو

**جامد ۽ متحرڪ تخليقي قدر**

ممڪن ۽ ناممڪن جي وچ وارو رسڪي سفر آهي، مذڪوره مضمون ۾ فراق، ڊاڪٽر خادم منگيءَ جي ڪتاب "کهنبا ڪنديس ڪپڙا" جو تنقيدي اڀياس ڪندي، جتي ٻندس نظمن کي ڪمزور به ڪوٺيو آهي، اُتي سندس گيتن کي زبردست نموني ساراهيو آهي، جتي سندس نظمن جي چونڊ تي اعتراض ڪيو آهي، اُتي اهو پڻ چيو آهي ته "ڊاڪٽر خادم منگيءَ جي شاعري، سندس داخلي جذبن ۽ ڪيفيتن جي آئينه دار آهي، هن موجوده شاعرن مان ڪنهن کي به پنهنجو رول ماڊل ناهي بنايو سندس شاعريءَ کي ڪنهن جي موضوع يا اسلوب جي ڇاپ ناهي" فراق جي ڪتاب جا ورق ورايون ٿا ته "هڪ ٻوند جي مصور شاعر احمد سولنگي" واري سندس تحرير اکين جي هنج ۾ اچي ويهي ٿي، هي تحرير به احمد سان محبت ۽ عقيدت جو هڪ مظهر آهي يا ائينءَ چئجي ته تنقيد جي حساب ڪتاب ۾ هن تحرير کي تاثراتي تحرير ئي چئي سگهجي ٿو. ساڳي طرح فراق گُل گوماڻي جي شاعريءَ تي ۽ به محبتن جي پيتا ڏيندي نظر اچي ٿو. رب ڏني خاصخيليءَ جي ڪتاب "ندي ۾ نهارون" تي فراق جو لکيل مضمون "نهارن ۾ نديون آهن" ڏل سان لکيل مضمون آهي، فراق هن مضمون ۾ سماج جي اولڙيءَ کان سواءِ ڪيل شاعريءَ کي ڏيپ ڪيل ۽ بعد ۾ اُڇلايل مڇيءَ سان ڀيٽي ٿو پر رب ڏني خاصخيليءَ جي شاعريءَ جي تنقيدي قدرشناسائي ڪري ٿو ساڳئي وقت، سندس شاعريءَ جي فني ڪمزورين ڏانهن ڏيان ڇڪائيندي اُهو چئي ٿو ته سندس فني ڪمزوريءَ جو ڪارج خيال کي مجروح ڪرڻ کان بچائڻ جي ڪوشش آهي، محمد علي جروار تي فراق جو مضمون هڪ پروفائيل لکڻيءَ جي باوجود ڪجهه وسيع آهي، جنهن ۾هن سندس زندگيءَ ۽ شاعريءَ تي خوب روشني وڌي آهي ۽ ڪٿي به ڪا تنقيص ناهي ڪئي، هُو سندس شاعري جي قدرداني ڪندي لِکي ٿو ته هُن جي شاعري آرٽ يا وجدان کان ڪِٿي به پري ناهي بيني، بخشڻ مهراڻويءَ جي ڪتاب "التجا" تي لکيل فراق جو آرٽيڪل، حسبِ دستور نقادن تي جُلهه ڪري ٿو پر بخشڻ مهراڻويءَ جي شاعريءَ جي اُنهائيءَ ۾ لهڻ جي برعڪسُ مجموعي مثبت تاثر جي پيروي ڪري ٿو سندس شاعريءَ جي ساراهه ڪندي، فراق شاعريءَ جي هممصر روح سان به مخاطب ٿئي ٿو جنهن وقت

**جامد ۽ متحرڪ تخليقي قدر**

بہ فراق مجموعي شاعري جي تاثر تي ڪتاب ۾ ڳالهائي ٿو تڏهن سندس نثر مکڻ ۾ ماکيءَ جهڙو بہ ٿي پئي ٿو تہ وري ڪجهہ کٿو بہ ٿي پوي ٿو. ڇو تہ هو دل جي اُپرندڙ محسوسات تي گهڻو پروسو ڪندڙ نثر نويس آهي. ساڳئي وقت مون کي اُها ڳالهہ چوڻ ڏيو تہ فراق جي نثر ۾ سسپينس آهي، پڙهندڙ جستجوءَ جي جهان ۾ گم ٿي وڃي ٿو ۽ آخري سيٽن سان بہ پڙهندڙ کي وفا ڪرڻي پوي ٿي. ڪِٿي ڪِٿي تہ فراق جي لِيکن جون تمهيدون ڏاڍيون مزيدار ۽ دلچسپ آهن. ڪِٿي ڪِٿي تہ پڙهندڙ اُنهيءَ شاعر جو نالو ڳولڻ ۾ پُورو ٿي وڃي ٿو تہ فراق هيءَ ليک ڪنهن جي تخليق تي لکيو آهي؟ ڪِٿي شاعر جي پُوري نالي لاءِ ڪوشان رهڻو پوي ٿو ۽ ڪِٿي ڪِٿي هُو حوالن جا اڻ کٽ پندار کڻي اچي پڙهندڙ جي جُهولَ ۾ وجهي ٿو جن ۾ خوشبوءِ ۽ مزاج جي شگفتگي ساهہ کڻي رهي آهي. ڪِٿي ڪِٿي فراق جون سٽون سرور ڏئي ڇڏين ٿيون. جيئن ءَ بخشڻ مهراڻويءَ تي لکندي هُو چئي ٿو تہ "ڪائنات پلي چوي تہ انساني ذهن محدود آهي. پر ڪائنات کي اسان اهو چوڻ جو حق ڪونہ ڏينداسين تہ شاعري محدود آهي" اهڙا کوڙ جُملا. جيڪي فراق جي دل جي حالتن ۽ سندس مشاهدن جا امين آهن. سي هن ڪتاب ۾ پڙهڻ وٽان آهن. ڪتاب جا پويان وَرقَ ورائيندي، فراق جي تحرير آٽوگراف پليز....! نظر اچي ٿي. جنهن ۾ طارق عالم ابڙي سان، سندس ڪيل فون تي گفتگو آهي ۽ ڪجهہ پئراگراف آهن. جيڪي طارق عالم جي فڪشن ادب ڏانهن عقيدت جو رويو پڌارين ٿا ۽ ساڳي وقت هن تحرير ۾ هُن طارق عالم ابڙي کي سندس ناول تي اخبار ۾ ڪيل تنقيد ڏانهن بہ متوجهہ ڪندي فراق لکي ٿو تہ هُن طارق عالم ابڙي کي چيو تہ سندس ناول رهجي ويل منظر جي بابت ڪنهن لکيو آهي تہ "ايڪ محبت سئو افساني" جو التو آهي. اُن بابت توهان ڇا چوندا؟ اُن تي طارق عالم نهايت خوبصورت جواب ڏئي ٿو تہ "يار اگر وضاحتون ڪيون وڃن ها تہ هيستائين جيڪو ادب تخليق ٿيو آهي شايد اُن کان وڌيڪ وضاحتون هجن ها " هِن ڪتاب جو آخري مضمون "دل کان دل تائين سفر ڪندڙ شاعري" آهي. جيڪو احمد شاڪر جي شاعريءَ تي لکيل آهي. هن مضمون ۾ فراق جون شاعريءَ بابت خوبصورت ڳالهيون پڙهڻ وٽان آهن. ڇو تہ اُهي سندس لاشعور جي لڪل دروازن کي

ڪولين تيون، فراق جڏهن "ادب بابت ادب" لکي ٿو تڏهن رڳو شعور کي همراهه ڪونه ٿو بنائي، پر لاشعور جي موت جو به اوسيڙو ڪندي نظر اچي ٿو. اهڙي لکڻهار کي ڪو با شعور ماڻهو ته ڪڏهن به نظرانداز نٿو ڪري سگهي. هونئن به نثر ۾ تنقيد پنهنجي اثر پذيريءَ کان تڏهن ئي محروم ٿي ويندي آهي.جڏهن لکاري صرف شعور کي ڪاميابيءَ جي واحد ضمانت سمجهندو آهي. جڏهن ڪو نثر نگار يا انتقاد ڪندڙ ڪنهن به تخليق تي سوچيندي پاڻ به تخليق جي درياهه ۾ سُهڻيءَ جيان ٽُٻي پوندو آهي. فراق ان جي شروعات ضرور ڪري ورتي آهي. پر اُنهيءَ لاءِ ڪيس نثري ۽ تنقيدي درياهن ۾ ترڻ جا باقاعدي گُر سِکڻا پوندا. درياهن جي وهڪرن کي مُن هن ڏيڻو پوندو. پاڻيءَ جي بلائن کان پاڻ کي محفوظ ڪرڻو پوندو نه ته بي صورت ۾ اسان وٽ ادب ۾ تنقيدي جهان "پاڳا ٿيندي سُهڻيءَ" جي مصداق آهي. جتي تنقيد جي رات جا مسافر بنا ڪنهن ڏيئي، بنا ڪنهن بتيءَ، بنا ڪنهن لاٽ جي سهائيءَ جي سفر ڪندا آهن. جتي وک وک تي ڪنڊا آهن. اڻ وڻندڙ آواز آهن. راهه جون ناهمواريون آهن. مون کي اُميد آهي ته فراق اُنهيءَ سموري نثري ۽ تنقيدي سفر ۾ سڦلتا ماڻي وڻندو. جڏهن هُو تنقيدي ڪم کي چندي ڦوڪي، ڇانگي صاف ڪري اڳتي وڌندو ته عشق جو ميهار سندس گرم جوشيءَ سان آڌر ڀاءُ ڪندو. هيءَ ڪتاب بحرحال تنقيد ڏانهن شاعراڻو سفر آهي!!

**خليق ٻگهيو**

مورو

18 سيپٽمبر 2018ع

03337083523

پنھنجي پاران

# ڪڏھن ڪوينا ڪانڌ ڪجل جي...

گذريل ڇھن ستن سالن اندر لکيل منھنجا ھي مضمون نہ تعريفي آھن نہ تنقيدي. نہ انھن ۾ مون شاعريءَ جي اوک ٻوک ڪئي ۽ نہ ئي ڪو پوتاميل. ھنن مضمونن ۾ مون شعوري طور نہ ڪنھن ازم تي ڳالھايو آھي نہ ئي ڪي لاڳاپيل شاعرن کي ڪي صلاحون ڏنيون آھن تہ پنھنجي ڪلاسيڪل ورثي يا موجوده عالمي ادب ۽ پنھنجي ھمعصر سنڌي ادب جو تقابلي جائزو وٺي پوءِ ايڪويھن صديءَ ۾ پير رکو ڪا گونجار ٿيو يا گُھٽ ٻُوسٽ ۾ ساھہ کڻو. سچي ڳالھہ اھا آھي تہ ھنن مضمونن ۾ مون شاعريءَ تي ڳالھايو ئي ناھي. ڇو تہ فن ۽ فڪر جي عظمت ڪھڙي آھي، آئون انھيءَ کان اڻ ڄاڻ آھيان. آئون تہ لڳاتار اھو پروڙڻ جي ڪوشش ۾ آھيان تہ شاعري نتيجن جو انتظارچو ناھي ڪنديءَ ۽ بقايا وقت شاعريءَ کي اختصار ۾ تبديل ڪرڻ جي ڪوشش ۾ رڌل ھوندو آھيان. انھيءَ ڪوشش دوران ڪڏھن اونداھي تہ ڪڏھن روشني ۾ گم ٿي ويندو آھيان.اھڙين حالتن ۾ ڪيفيتن ۾ شاعريءَ تي لکڻ ڪنھن سمجھہ ۾نہ ايندڙ ٻوليءَ جو گيت ٻڌڻ جي برابر آھي.

ھتي اھو سوال ٿو پيدا ٿئي تہ جي مون شاعريءَ تي ناھي لکيو تہ آخر لکيو ڇا آھي؟ مون بس اھو ڄاڻڻ چاھيو آھي تہ شاعريءَ بابت ويچار وندريندي توھان ڪيترا دُرست آھيو ۽ آئون ڪيترو غلط آھيان. توھان پنھنجي ھمعصر شاعريءَ کي ڪيئن ٿا ڏسو ۽ آئون انھيءَ بابت ڪيئن ٿو سوچيان. شاعري توھان جي اندر ۾ ڪيتري مانڌاڻ ٿي مچائي ۽ مون ۾ ڪيتري مانار ٿي پيدا ڪري. جيڪڏھن ھنن مضمونن کي مون پاران شاعريءَ جو ڪيل نفسياتي تجزيو چوان تہ بہ غلط نہ ٿيندو. ظاھري آھي نفسياتي تجزيا اھي ئي ڪندا آھن جيڪي خود نفسياتي اثر ھيٺ رھيا ھجن.

آئون ھيل تائين پوري دنيا جي شاعريءَ جي ڪنھن بہ دؤر کي پنھنجو آئيڊيل دؤر نٿو مڃان ۽ نہ ئي آئون مستقبل ۾ائين ڪري سگھندس. ان جو مطلب

**جامد ۽ متحرڪ تخليقي قدر**

اهو ناهي تہ شاعري مونکي متاثر نتي ڪري يا شاعريءَ سان مونکي چڙ آهي. (ها البتہ شاعرن سان سندن شخصي روين جي ڪري چڙ ضرور آهي) شاعري هجي يا اشاعري، منهنجي ايتري وسعت ئي ناهي جو انهن کي ڌار ڪري سگهان. آئون جڏهن وقت جو ئي انڪاري آهيان تہ رڪت تي ڪي فيصلا ڇو ڇڏيان. منهنجا دوستو! ڪ جاڻو تہ اهي مسئلا ۽ ڳالهيون حال توڙي مستقبل ۾ ائين ئي پيون رُلنديون ۽ اولڙ ٿينديون سو انهن تي غور ڪرڻ جي ضرورت ناهي.

سچي ڳالهہ اها آهي تہ مون هن ڪتاب کي ڪو نالو ئي نہ پئي ڏيڻ چاهيو"جامد ۽ متحرڪ تخليقي قدر" مونکي ڪل پئي اچي تہ آئون ڪير ٿيندو آهيان شاعريءَ جا جامد ۽ متحرڪ تخليقي قدر مقرر ڪرڻ وارو بس ڪتاب کي ڪو نالو تہ ڏيڻو هو سو ائين ئي متفرقہ نالو ڏيئي ڇڏيم.

مونکي شاعري پڙهندي خيال تہ ايندا آهن پر آرائي ناهي ايندي. ۽ هنن مضمونن ۾ مون خيالن کي پاسيرو رکي پهريون ڀيرو آرائي ڪئي آهي ۽ آرائي ڪندي ظاهر آهي ماڻهو دوستيون بہ نباهيندو آهي، سو مون بہ ڪٿي ڪٿي دوستي نباهي آهي، سو هاڻ هي ڪتاب هڪ ميڻ بتي آهي. ماچيس توهان جي هٿ ۾ آهي، جي اونده هجي تہ ٻاريوس نہ تہ اڇلايوس ڪنهن پاسي جي ڪنڊ ۾.

مون پنهنجي اردو ڪتاب "دنيا گول نهين هي" ۾ جيڪو پنهنجي پاران لکيو آهي، منهنجي دل تي چوي تہ ان جو گهڻو حصو هتي ڏيان پر چاڪاڻ تہ آئون پاڻ بابت يا پنهنجي لکڻين بابت ڪجهہ بہ لکندي غير تخليقي مزاج ماڻهو تي ويندو آهيان. منهنجي راهن ۾ رنڊڪون پئجي وينديون آهن ۽ آئون شخصي طور متاڇرو ماڻهو ڪنهن خوف ۾ ويڙهجي ويندو آهيان. مون ۾ اگر جرئت هجي ها تہ شاعري جن عقيدن جي نگهباني ڪري ٿي يا جنهن ازم جي اردگرد گهمي ٿي آئون انهن جا چوڏا ئي لاهي ڇڏيان ها. وري بہ ٽيون دفعو سچي ڳالهہ اها آهي تہ مون وٽ شاعريءَ کي سمجهڻ جو ڪو منطقي جواز ئي ناهي سو مون سموري ڪتاب ۾ ٽي ايس ايلٽ جي انهيءَ ڳالهہ سان سهمت ٿيڻ جي ڪوشش ڪئي آهي تہ

I do nat know what is poetry پر ايترو ضرور چوندس تہ اها شاعري ئي آهي جيڪا پنهنجي چار ئي ڏسائون ڪليل ٿي رکي. توهان ڪهڙي ڏسا طرف سفر ٿا ڪريو اهو توهان جي اختيار ۾ آهي. فيصلي ڪرڻ کان اڳ توهان کي ٻڌائيندو هلان تہ شاعريءَ جو ڪوبہ مرڪز ناهي، اها بس مسلسل گردش ۾ رهي ٿي ۽ شاعري ڪنهن عزتدار عورت جيان دل جي گهٽيءَ مان بہ گذري ويندي آهي تہ بس اسٽاپ تي بيٺل ڪنهن وات وڪيل عورت جيان پاڻ کي ڇيڙيندڙ اوباش ماڻهن کي ست سُريون ٻڌائڻ جي سگهہ بہ رکندي آهي.

خير..... الله اوهانکي نيڪي ڏي منهنجي هيتري ساري پناڙ جو مقصد اهو آهي تہ شاعري تي جيترو بہ ڳالهائجي گهٽ آهي ۽ صفا نہ ڳالهائجي اهو گهڻو وڌيڪ آهي. آخر ۾ آئون شڪرگذار آهيان پنهنجي محسن ۽ استاد سائين خليق ٻگهيو جو جنهن منهنجي گذارش تي بيحد پيار مان ٿوري وقت ۾ هن ڪتاب جو مهاڳ لکي ڏنو. پياري دوست بخشڻ مهراڻوي جا بہ ٿورا جنهن بيڪ ٽائٽل لکيو ۽ هن ڪتاب بابت پنهنجا ويچار ونڊيا ۽ پنهنجي بيحد زنده دل دوست محب پيل جا بہ ٿورا جنهن ڪتاب جي اشاعت جي شروعاتي مرحلن کان وٺي آخر تائين قدم قدم تي منهنجي رهنمائي ڪئي ۽ ڏاڍي پيار مان منهنجو هي قلمي پورهيو توهان جي هٿن تائين پهچايو. مانواري ايوب کوسي ۽ وسيم سومري جون محبتون بہ منهنجي اتساهہ جو ڪارڻ بڻيون ۽ آئون شڪرگذار رهندس پنهنجن انهن دوستن جو جيڪي ڪتاب بابت پنهنجي تنقيدي راين کان مونکي آگاهہ ڪندا.

مهرباني

**فراق هاليپوٽو**

ٽنڊو باگو

26 سيپٽمبر 2018ع

ائڊريس :

بي او ٽنڊو باگو، ضلعو بدين

خواجہ جنرل اسٽور نزد جامع مسجد .

ٽنڊو باگو 03462917484

سائل پيرزادي جي ڪتاب ”خوشيون پرڙيھ جا پنڇي جو مهاڳ“

# ڀريون پنڌ پهاڙن جو

فرانس کان وٺي سنڌ تائين جڏهن بہ شعري روايتون ۽ شاعري جا موضوع بيٺل پاڻي بنجي ويا آهن تہ شاعري اظهار جا نوان رستا بہ تلاشيا آهن. تہ موضوعاتي قيد مان بہ پاڻ کي آزاد ڪرايو آهي بودليئر جي (1845) Paris de spleen کان وٺي شيخ اياز جي سر لوهيڙا ڳيپا تائين دنيا پرجي ڪيترن ئي شاعرن فرسوده ۽ پابند فضا کان ٻاهر ساهہ کڻي شاعري کي روايتي ٿيڻ کان بچايو آهي ۽ روايت پسندن جي الزامن جا تير بہ سٺا آهن. توڙي جو ايازاسانجي روايتي صنفن ڏانهن ٻيهر موٽ کاڌي پر هن انهن صنفن ۾ نہ فقط ڪيترائي فني تجربا ڪيا پر انهن ۾ موضوعاتي وسعت ۽ جدت بہ پيدا ڪئي. زندگي سان لاڳاپيل سمورن موضوعن کي اظهارڻ ۾ جيڪو اياز جو منفرد ۽ غير روايتي رنگ آهي انهيءَ کي سنڌ جي هر ايندڙ ٽهيءَ نہ فقط اپنايو آهي پر نئين آرٽ ۽ ڪرافٽ سان گڏ نون فڪري مسئلن جو اظهار بہ پاڻ سان گڏ کڻي آئي آهي ۽ هتي مونکي نهايت افسوس سان اهو بہ چوڻو پيو پوي تہ نئين ٽهيءَ جي اهڙن تخليقڪارن جو انگ فقط آڱرين تي ڳڻڻ جيترو آهي ۽ اڪثريت شاعريءَ کي وري بہ روايتي موضوعن جي ڪوٺ ۾ قيد ڪري رکيو آهي سچ پڇو تہ آئون اهو فيصلو ناهيان ڪري سگهيو تہ سائل پيرزادي جو شمار اقليت ۾ ڪريان يا اڪثريت ۾ اهو فيصلو توهان پڙهندڙن ۽ مستقبل جي نقادن لاءِ ڇڏي ٿو

پنهنجا اهي احساس توهان سان ونڊيان ٿو جيڪي سنڌس هن ڪتاب جي پهرين ۽ ٻي پڙهڻي دوران مون محسوس ڪيا آهن. ان ڪي جيڪڏهن ڪير منهنجو جذباتي ردِ عمل سمجهي ٿو تہ سمجهڻ ڏيو آئون ان ڪان سنڌس اهو حق نٿو ڪسي سگهان جيڪڏهن آئون سائل جي شاعري ڪي سمجهي يا سمجهائي ناهيان سگهيو (شاعري محسوس ڪرڻ جي شيءِ آهي سمجهڻ يا سمجهائڻ سان هن جو پري جو بہ ڪو تعلق ناهي) تہ اها سائل جي شاعري جي نہ پر منهنجي ڪوتاهي آهي ڇو تہ ڪنهن بہ تخليق کي پهرين يا ٻي پڙهڻي ۾ مڪمل سمجهڻ جي دعويٰ گهٽ ۾ گهٽ آئون تہ نٿو ڪري سگهان ڇاڪاڻ تہ ممڪن آهي اسان ڪنهن وقت ڪنهن تخليق جي هڪڙي معنيٰ بيان ڪريون ۽ ٻئي وقت ان ڪي ٻئي زاويي ڪان ڏسون ۽ اها ساڳي تخليق پنهنجي ٻئي روپ ۾ اسان سامهون اچي. انهيءَ تجربي مان نہ فقط آئون گذريو آهيان پر يقين اٿم تہ منهنجا ٻيا بہ ڪيترائي دوست گذريا هوندا. رومن ياڪسبن (Roman Jacobson) هڪ هنڌ لکي ٿو تہ ڊبليو بي ييٽس (W.B Yeats) جو نظم (The Sorros of Love) مون ڪيترائي ڀيرا ور ور ڏيئي پڙهيو هو ۽ منهنجو خيال هو تہ مون ان نظم کي مڪمل سمجهي ورتو آهي پر هڪ ڏينهن جڏهن مان ٽرين جو سفر ڪري رهيو هوس تہ اوچتو اهو ساڳيو نظم پنهنجي هڪ نئين معنيٰ ۽ نئين روپ ۾ منهنجي اڳيان نروار ٿيو ۽ مون کي نظم جي پهرين معنيٰ ۽ ٻئي معنيٰ ۾ فرق ڏسي هڪ خوشگوار حيرت ٿي.

منهنجي ڇوڻ جو مقصد فقط اهو آهي تہ منهنجي هن راءِ کي بہ ڪنهن نظريي يا فڪر جي روشني ۾ تورڻ تڪڻ بجاءِ ان کي هڪ شاعر جي راءِ ئي سمجهيو وڃي ۽ ان راءِ سان پڙهندڙن سان گڏ خود شاعر بہ اختلاف ڪري سگهي ٿو.

سنڌ ۾ هن وقت نثري نظم جو اهيو ساڳيو حال آهي جيڪو ناول جو آهي. ڪيترائي دوست رنگين. رومانوي ۽ جذباتي سٽون ۽ شاعرانہ لفظ نثري نظم جي ترتيب ۾ لکي ان کي نثري نظم جو نالو ڏيئي رهيا آهن. آئون سمجهان ٿو سائل پيرزادي ڪافي حد تائين نثري نظم کي ان ڪاريگريءَ کان بچايو آهي. سائل جو

نثري نظم پنهنجي لکجڻ جو جواز پاڻ بہ پيدا ڪري ٿو تہ پڙهندڙن کي ان جواز کان آگاهہ بہ ڪري ٿو.

منهنجا محبوب!

تون آجپي جي جدوجهد ۾

مصروف آهين

۽ مون

پنهنجن چپن ۾

ڪئين چميون

سنڀالي رکيون آهن

سنو شعر هميشہ جذبي ۽ شعور جي تخليقي امتزاج سان وجود ۾ اچي ٿو. هتي مون لفظ شعر استعمال ڪيو آهي ۽ آئون نثري نظم کي بہ شاعري چوان ٿو. ڇاڪاڻ تہ منهنجي نظر ۾ شاعري فقط اها ناهي جيڪا وزن بحر ۾ هجي شاعري جو هڪ پنهنجو منطق آهي. الڳ تخليقي نظام آهي، الڳ جهان آهي جيڪا نثر جي ڪنهن بہ سانچي کي قبول نٿي ڪري ڇا اها شاعري آهي؟ جيڪا علم عروض جي قاعدن تي تہ پوري هجي پر پڙهندڙن جي دل تائين نہ پهچي سگهي: اسان جا سوين لوڪ گيت شاعري جي ڪنهن بہ Format ۾ ناهن پوءِ بہ جڏهن اسان اهي ٻڌندا آهيون تہ اسانجي دل پاڳمرادو رقص ڪرڻ لڳندي آهي ۽ اسان عجيب ڪيفيت ۾ سرشار ٿي ويندا آهيون.

پيئر منهنجو باروچو آيو. پيئر منهنجو ڪوهيارو آيو.

مائي ڀاڳي جون ڳايل اهي سٽون ٻڌڻ دوران جيڪڏهن ڪير ويهي انهن سٽن جي تقطيع ڪري يا قافيو ۽ رديف ڳولهي ۽ اهو ماڻهو ويهي شاعري جي حدبندي مقرر ڪري تہ سندس سوچ تي افسوس نہ پر رحم ئي ڪري سگهجي ٿو. هر اها سٽ جيڪا ڪيفيتون تبديل ڪرڻ جي سگهہ رکي ٿي اها شاعري آهي مائي ڀيرزادي جي هنن سٽن وانگر:

هيل ڏاڍو سيءُ آهي
سات جي سگري ٻه ناهي!
سار جا سگريٽ ٻاري
وقت کي ساڙيون پيا
تون الائي ڪٿ وسين ٿي
ڪل تنهنجي خواب ڪن پيي دور آهي!
تنهنجي ڳالهين جي الائي
ڪٿ پوي ٿي برفباري
ڪٿ الائي ٿهڪ تنهنجا ٿا ٻرن!
ڪٿ الائي مور آهن رقص ۾
چنڊ جي تون عڪس ڪان پيي دور آهين!
ڪونه آهين تون نديءَ جي موج ۾
هن صدي جي اوج ۾
هيڪلائي آ مقدر
جو ته منهنجو
درد اويلو آ مسافر جيءَ ۾!
هيل سازيندڙ پرين هن سيءَ ۾
سات جي سگري ٻه ناهي!
سات جي سگري ٻه ناهي!

نثري نظم کي شاعري جي قبيلي جي هڪ شاخ نه مڃيندڙ اسان جا روايت پسند دوست اهو چون ٿا سمجهن ته هر زماني ۾ هر نسل جون پنهنجون ترجيحون ٿين ٿيون. اهي پنهنجا موضوع ۽ اسلوب به خود طئه ڪن ٿا. جيڪڏهن اسان هر جدت تي ليڪو ڦيرائي نئين اظهار ۽ اسلوب لاءِ زنجيرون ناهڻ شروع ڪيون ته اها شاعري جيڪا زمانن ۽ مڪانن جا طواف ڪري ٿي ۽ هر دور سان وک سان وک ملائي هلي ٿي ان لاءِ سنڌ جي سرزمين اڃا ٿي وڃندي جيئن ڪنهن ڳوٺ ڳوٺاڻي لاءِ هاڻ نه منجهو ڪا تخليقي قدر

ڪراچي جو شهر. مونکي چوڻ ڏيو تہ موجوده سنڌي غزل جنهن جمود ۽ فڪري گهٽ بوسٽ جو شڪار ٿي ويو آهي ان جمود ۽ فڪري گهٽ بوسٽ ئي نہ فقط نثري نظم لاءِ راهون هموار ڪيون آهن پر غزل کي بہ اهو موقعو ڏنو آهي تہ هو موضوع ٽوٽي اظهار جي نون رستن تي بي خوف ٿي سفر ڪري ۽ سائل بہ نثري نظم جي صنف ۾ انهن نون رستن تي سفر ڪري نہ فقط فني لحاظ کان نثري نظم کي نئين وسعت ڏني آهي پر اجاين بندشن کان آزاد ٿي فڪري اعتبار کان بہ نيون راهون تلاشيون آهن سندس موضوع داخلي ڪيفيتن ۽ نجي ڏکن تائين محدود ناهن پر هن پنهنجو رشتو انهن حالتن سان بہ ڳنڍيو آهي جيڪي موجود سنڌ کي پنهنجي گرفت ۾ آڻي اسانجي اعليٰ سماجي قدرن کي پائمال ڪري رهيون آهن.

پراسٽيٽيوشن بڻجي چڪو آهي
سڄو سماج
هر روز مسئلن جا حرامي ٻار ڄمن ٿا
علم ۽ دانش
ڏند ڪٿا بڻبي ٿي وڃي.
سياست باندرن جو تماشو بڻجي چڪي آهي!
سماجي خدمت صرف
اخباري فوٽن تائين محدود ٿي چڪي آهي!
انا جي اڏيءَ تي
احساسن جو قتل جاري آهي
بيهودگيءَ جي بارش ۾
انسانن ٿان
انسانيت گاري جيان لهندي ٿي وڃي
مثبت رويـن کي
Poison ڏنو ويو آهي

سچ کي بہ وال ڪفن ۾ دفنايو ويو آهي

۽ اسين

ڪبوترن جيان اکيون ٻوٽي

سمجهون ٿا تہ

سڀ ٺيڪ ٿي ويو آهي

وقت جو گهوڙي سوار

تيز ڊوڙندو ٿو وڃي

ڪجهہ پلن ۾ ئي

سڀ ڊوڙ ڪري ويندو..!!

شاعريءَ کي ڪجهہ مخصوص موضوعن تائين محدود نٿو ڪري سگهجي تو ۽ جديد نثري نظم لاءِ ڪو بہ موضوع غيرشاعراڻو ناهي. هر اها شيءَ جيڪا اسان جي زندگيءَ ۾ شامل آهي، انهيءَ کي شاعري جو موضوع بنائي سگهجي ٿو. انهيءَ ڳالهہ کان سائل پيرزادو مڪمل واقف آهي. هُو نثري نظم وسيلي نہ فقط شاعري جي خارجي پابندين کي ختم ڪري ٿو پر پنهنجي شعري ڪائنات کي پنهنجي ذات تائين بہ محدود رکي ٿو. آئون انهيءَ کي سائل جي هڪ اضافي خوبي سمجهان ٿو شعر هڪ اهڙي عمل جو تخليقي اظهار آهي جيڪو شاعر جو تجربو تہ هجي پر پڙهندڙ بہ ان کي پنهنجو تجربو، پنهنجي وارتا سمجهي ۽ اهو اشتراڪ ئي شاعريءَ جو معراج آهي. سائل پنهنجي داخلي وارتائن/ وارداتن کي جنهن خوبصورتي سان پيش ڪيو آهي اها وارتا اسانکي پنهنجي ئي محسوس ٿئي ٿي.

اوهان جيان

اڄ ملياسين

تون بہ خاموشيءَ ۾ ويڙهين

مان بہ الجهيل ئي رهيس

تون بہ ٿڌو ساهہ پريو

مون بہ لڙڪن کي لڪايو

تو بہ دوکو پاڻ سان ڪيو

مون بہ دوکو پاڻ سان ڪيو

سائل پيرزادي جي هن ڪتاب "خوشبوءِ پرڏيهہ جا پنڇي" ۾ سندس ڪيترائي آزاد نظم بہ شامل آهن سائل جا نظم پڙهندي مونکي ٽي ايس ايليٽ جي هيءَ ڳالهہ بلڪل سهي لڳي تہ محنت ڪرڻ وارن لاءِ ڪوبہ نظم آزاد ناهي هوندو سندس نثري نظمن ۾ آزاد نظم جو رنگ شامل آهي تہ آزاد نظم مان وري نثري نظم جي بہ خوشبو اچي ٿي. جيڪڏهن هتي آئون اهو چوان تہ نثري نظم ۾ سيني صنفن جون خوبيون موجود آهن تہ غلط نہ ٿيندو. انساني جذبن کي جڏهن ڪنهن صنف جي سخت قاعدن جي ڪري مجروح ٿيڻو پيو آهي تہ نثري نظم ۽ آزاد نظم ئي ان جي Poetic Content کي پنهنجو رستو ڏنو آهي. آئون مثال طور سائل جو هي نظم ڏيئي سگهان ٿو.

ياد اٿئي؟

مون توکي

پيار جي

پهرين چمي ڏني هئي!

۽ انب جي وڻ تان

ڪوئل ڪوڪيندي

دُور آسمان جي

نيرين وسعتن

گم ٿي ويئي هئي.

تنهنجو ٻانهن سنهنجن چپن تان اڏري

ڪوئل جي ڪوڪ ۾

تحليل ٿي ويو هو

[illegible]

ڪوئل جي ڪوڪ ۾ تبديل ٿي ويا آهن
پر تنهنجو ڏيان..!

ازرا پائونڊ چوي ٿو آزاد نظم تڏهن لکڻ گهرجي جڏهن اهو تمام ضروري هجي ۽ سئنبرس چوي ٿو آزاد نظم اظهار جي آزادي ته ڏيندو آهي پر ان سان گڏ شاعر تي پابنديون به وجهي ٿو. ڪوبه شعر ايڏو خراب ناهي لڳندو جيترو هڪ ڪمزور آزاد نظم. ازرا پائونڊ ۽ سئنبرس جي انهن سٽن جي روشنيءَ ۾ جڏهن مون سائل جي آزاد نظمن کي پڙهيو ته محسوس ڪيو ته سائل مخصوص تخليقي عمل تحت اهي آزاد لکيا آهن. کين نه فقط مڪمل اعتماد سان پنهنجي تخليقي اظهار جو ذريعو بنايو آهي پر منطقي جواز به مهيا ڪيو آهي. اگر هو ههڙو آزاد نظم لکي سگهي ٿو ته کيس غزل لکڻ جي ڪهڙي ضرورت آهي!؟

نديءَ ۾ ناوَ تاريندي
هن کي هڪڙو خيال اچي ٿو
ڇا هوءَ گوري
بيهر ٻيڙيءَ چڙهڻي آهي!
جنهن جو اڪڙيون ٻيڙيءَ جهڙيون
جنهن ۾ هن هو پاڻ وساريو
۽ پوءِ هن کي پار اُڪاريو
وقت هيو طوفان اٿاريو
جنهن ۾ ٻيڙيءَ جهڙين اکڙين واري گوري
هن کان ڏور وئي هئي نڪري
هن کان پل پي ناهي وسري
اڄ پي جڏهن پُور ڪٽي ٿو
هن کي هڪڙو پُور پوي ٿو
ڇا هوءَ بيهر ورڻي آهي؟
هن کي پنهنجو پاڻ موٽائي

خوشبوءِ وانگر ڪلٽي آهي؟
۽ پوءِ مست نديءَ جي تن تي
اجري باڪ ايرٽي آهي
هُن جا من ۾ پالي آهي
آس بہ پوري تيٽي آهي
ڇا هوءَ بيهر ورٽي آهي؟
ڇا هوءَ بيهر ورٽي آهي؟

شاعر جيڪڏهن پنهنجي تخليقي توانائي کي پنهنجي دؤر ۽ پنهنجي ڌرتي جي سياسي سماجي ۽ تهذيبي روين سان نٿو جوڙي سندس تخليقي دنيا Utopia سياسي ادراڪ ۽ فڪري مزاحمت کان آجي آهي تہ اهو شاعر ۽ سندس شاعريءَ جا پير پنهنجي ڌرتيءَ تي ناهن ڪتل, هُو خلا جو شاعر آهي, سندس شاعري کي ڪا بہ بقا ناهي, وقت جي دز ۾ سندس شاعري کي لتجندي ڪا گهٽي دير ڪونہ لڳندي. سائل پيرزادو انهيءَ ڳالهہ کان بخوبي واقف آهي تڏهن تہ هن پنهنجي نظمن ۾ موجوده سنڌ کي فوڪس ڪيو آهي. موجود سنڌ جيڪي اذيت ناڪ احساس محسوس ڪري ٿي اهي سندس ڪيترن ئي نظمن جا فڪري محرڪ آهن سندس انهن نظمن ۾ ڪا رسمي پروپيگندا ناهي پر هڪ Poetic sensibility آهي.

اسان تاريخ جي
بي رحم دؤر مان گذري رهيا آهيون
خبر ناهي تہ ڪڏهن ۽ ڪٿان
اسان جو ڪو پيارو گم ٿيندو
۽ واپسي ۾
هڪ نريل ۽ سوراخ ٿيل جسم ملندو
خبر ناهي تہ ڪنهن پل
ڪنهن ونيءَ جون چوڙيون
ڪٽ جي اِيس تي ٽٽنديون

خبر ناهي تہ ڪهڙي پل
ڪنهن ماءُ جون آڱريون
ستين آسمان تي رسنديون
خبر ناهي تہ ڪهڙي پل
ڪا پيڙ پيرين اگهاڙي
دروازي ڏانهن ڊوڙنديا
پر اسان خاموش آهيون
سمنڊ جيان!
۽ سمنڊ جڏهن خاموش ٿيندو آهي تہ
پاڻ سان طوفان کڻي ايندو آهي.

سائل جا نظم تہ بس روايتي ۽ رسمي هيئت کان انحراف آهن ۽ انهيءَ انحراف جي جرئت اهو ئي شاعر ڪري سگهي ٿو جيڪو انهي شعري روايتن تي عبور رکندو هجي، چاڪاڻ تہ شعري روايتن کان لاعلمي ۽ نثري نظم جي ذريعي تجربن جي تشڪيل جو نتيجو اهڙي شاعري آهي جيڪا اڄڪلهہ جا نثري نظم جا شاعر ڪري رهيا آهن. هو قافيي رديف ۽ وزن بحر جي پابندي نہ هئڻ ڪري فيشن طور ان کي آساني سان لکي تہ رهيا آهن پر نڀاهي ناهن رهيا. ان ڪري انهن جي هن صنف تي ڪمزوري يا سطحيت کي جيڪڏهن ڪو هن صنف ڏانهن منسوب ٿو ڪري تہ اها ان جي نہ فقط غلطي آهي پر اٿين بہ چئي سگهجي ٿو تہ ان ۾ شاعري کي محسوس ڪرڻ جي حس ئي ناهي.

سائل پيرزادي نہ فقط اميج جي قوت تي انحصار ڪيو آهي پر ان ۾ اجتماعي ۽ ذاتي آهنگ بہ ڏنو آهي ان آهنگ ذريعي هن ثابت ڪيو آهي تہ نثري نظم بہ شاعرانہ اسلوب ۽ آهنگ هوندو آهي. ان ۾ جذبا تہ هوندا آهن پر جذباتيت ناهي هوندي ۽ اهو To the point هوندو آهي. هن نہ فقط پنهنجي وجود جي ڀرپور اظهار لاءِ نثري نظم لکيا آهن پر ان ۾ داخلي ڪشمڪش جي ڪرب سان گڏ پنهنجي دور جا تهذيبي نوحا بہ ڳايا آهن.

**جامد ۽ متحرڪ تخليقي قدر**

## رڪشا بندن!

هن ڪان ڪرائيءَ ۾
راڪي ٻڌائي.
ياءُ چيو.
گهُر جيڪو گهرٽو اٿئي
پيٽ هن جي اکين ۾ گهوري ڏٺو.
ٽڙڪندڙ چپن سان چيائين.
مون کي منهنجا مور
بچائي ڏي.
۽ پوءِ سجو ماحول سڏڪا سڏڪا ٿي ويو...!

هي مهاڳ لکڻ کان اڳ مون سوچيو هو تہ سائل جي نظمن جون مختلف سٽون ڪٽي انهن تي لکندس پر سائل جا نظم پڙهندي مونکي اهو خيال ترڪ ڪرڻو پيو ڇاڪاڻ تہ سائل جي نظمن ۾ خيال سان جيڪا مسلسل ڪمٽمينٽ ۽ Thought Content آهي انهيءَ منهنجو ڌيان ڇڪرايو تہ اها سائل جي نظمن سان ناانصافي آهي ۽ جڏهن سائل خيال جي قرباني بجاءِ ڪمٽمينٽ طرف ڌيان ڏي ٿو تہ تون مهاڳي اديبن جيان اها ڪاريگري ڇو ٿو ڪرين سو ان ڪري سائل جون ڪجهہ سٽون ڪٽي انهن جي تشريح بجاءِ مون سڄا سارا نظم ڏنا آهن جيئن منهنجا پڙهندڙ سائل جي نظمن کي پڙهي خود فيصلو ڪن تہ آئون انهن سان ڪيترو انصاف ۽ ناانصافي ڪري رهيو آهيان ۽ ڪيترو وڏاءُ کان ڪم وٺي دوستي نڀاهي اٿم ۽ ڪيترو سائل جا نظم لهڻن ٿا. توڻي جو غزل جيان نثري نظم بہ اسان جي نج پنهنجي ڪلاسيڪل صنف ناهي پر جيئن غزل کي شيخ اياز ۽ اسان جي ٻين شاعرن (جن ۾ سائل پيرزادي جو نالو بہ شامل آهي) سنڌي سياءُ ۽ مزاج عطا ڪيو آهي ائين نثري نظم کي بہ يورپي فارميٽ ۾ رهندي بہ اسان جي شاعرن پنهنجي رنگ ۾ رنگيو آهي. اسحاق سميجي جي نثري نظم "موسميات کاتي اعلان ڪيو آهي تہ" (ڪاش اهو نظم آئون لکان ها) کان ويندي روحل ڪالرو جي نثري نظمن تائين جن ۾ محمد فقير

ڪتياڻ جي آستاني جو بہ ذڪر آهي تہ ڪڏهري جي مير لانبٽ جي صاحب محل ۾ پرنڌڙ ڏيئي جو بہ ذڪر آهي جنهن کي ڪو بہ ڪولهي سانوري ڦوڪ ڏيئي وسائڻ جي جرئت نٿو ڪري (پشپا ولڀ، ايوب گل امتياز ابڙو عطيہ دائود، عرفان لُنڊ، رفيق سيال، بخشڻ مهراڻوي مختيار سهتو ادل سومرو امر سنڌو بادل، لياقت رضوي، انور ابڙو حسن درس، مصطفيٰ ارباب ۽ اقبال هاليپوٽو تائين وچ ۾ بيا بہ ڪيترائي نالا اچي وڃن ٿا) اگر اسان يورپ جي انڌي تقليد جا عادي هجون ها تہ سانيٽ کي اپنايون ها پر سانيٽ اسانجي ثقافت ۽ ماهيت کي پنهنجو نہ پئي ڪري سگهيو ۽ سنڌي شاعرن وٽ جيڪا تخليقي رواني آهي ان اڳيان بند ٻڌڻ لڳو تہ اهو سنڌ ۾ نہ هلي سگهيو ۽ نثري نظم اسان وٽ ان ڪري مقبول ويو جو بقول اردو جي دانشور قمر جليل جي تہ "نثري نظم اسان جي ڪلچر جي توسيع ڪري ٿو ۽ اسان جي ڪلچر جي علامتن کي نئين معنيٰ ڏي ٿو پر ان جي مقابلي ۾ اچي ان کي تباهہ نٿو ڪري (۽ نہ ئي ڪري سگهي ٿو) ڇاڪاڻ تہ ڪلچر ڪنهن قوم جي مجموعي ۽ بنيادي احساسن سان تعلق رکي ٿو ۽ شاعري ڪلچر جو هڪ حصو آهي ۽ اهو حصو ڏاڍو اهم آهي ڇاڪاڻ تہ ڪيترائي ڀيرا اهو حصو خود پنهنجي ڪلچر تي بہ تنقيد ڪري ٿو".
قمر جليل جي انهيءَ راءِ کان پوءِ آئون پنهنجن انهن دوستن سان ضرور مخاطب ٿيندس جيڪي چون ٿا تہ نثري نظم تي يورپي اظهار حاوي آهي ۽ ان جون پاڙون پنهنجي ڌرتي ۾ ناهن ڪتل. انهن جي انهيءَ ڏکهي پٽاڙ ۽ غير مدلل بحث جو جواب سائل پيرزادي جي هن مختصر نثري نظم کان وڌيڪ ٻيو ڪهڙو ٿي سگهي ٿو:

سوهن جي ڌڙي
چنڊ کي چيو
وڃي ڪارونجهر کي چئجان
تنهنجا مور مري ويا آهن
۽ منهنجي ناچڻي
رقص ڪرڻ ڇڏي ڏنو آهي!

**جامد ۽ متحرڪ تخليقي قدر**

جيستائين مغربي شاعري جو تعلق آهي تہ ان جو پنهنجو هڪ الڳ مخصوص مزاج آهي ڇاڪاڻ تہ ڌرتي جي هر خطي جي قلم ڪار جو پهريون مظبوط رشتو پنهنجي ڌرتي سان ئي هوندو آهي. مان چوان ٿو ڪا بہ تخليق تيستائين عالمي پس منظر نٿي رکي سگهي جيستائين ان ۾ پنهنجي ڌرتي جي سڳنڌ ناهي (هتي لفظ سڳنڌ کي آئون وسيع معنيٰ ۾ وٺان ٿو). آئون گهڻ پڙهيو ماڻهو آهيان ان ڪري پنهنجي ڳالهہ کي وزن ونرائڻ لاءِ ڪنهن بہ دليل جو سهارو وٺڻ ۽ گهڻا مثال ڏيڻ بجاءِ بس هڪ ننڍڙو مثال ضرور ڏيندس. 1914ع ۾ ميڪسيڪو سٽي ۾ پيدا ٿيندڙ شاعر اوڪتاويو پاز جنهن 1991ع ۾ ادب جو نوبل انعام بہ ماڻيو آهي، تنهن جو شعري مجموعو Sun and Eagle نثري نظمن تي مشتمل آهي هتي لمس جي عنوان سان سندس هڪڙو نثري نظم ڏيان ٿو.

منهنجا هٿ ذات جي پردن کي کولين ٿا
۽ توکي وڌيڪ اگهاڙپ جو لباس اوڍائين ٿا
تنهنجي جسم جي جسمن کي
بي پردہ ڪندي
منهنجا هٿ
تنهنجي بدن لاءِ
هڪ ٻيو بدن ايجاد ٿا ڪن

توهان ڏنو ٿوٽي جو هنن سٽن کي عالمي پس منظر بہ آهي پر انهن ۾ پنهنجي خطي جي تهذيبي خوشبو بہ آهي پر جيڪڏهن ڪنهن کي اها محسوس نٿي ٿئي تہ مان يقين سان چئي سگهان ٿو تہ اهو ڪن بہ ٿن حواسن کان ضرور محروم آهي ۽ اها ساڳي ڳالهہ آئون سائل جي هن نظم لاءِ بہ ڪندس.

قيدي جي ڊائري مان
انهن مون کي چيو
ڌرتيءَ سان غداري ڪر
مون هنن کي چيو

**جامد ۽ متحرڪ تخليقي قدر**

منهنجي ماءُ جو ڪير
اجان ڪريو ناهي!
هاڻي هُو
منهنجي روح کي
جسم جي قيد مان آزاد ڪندا.

جيڪڏهن ڪو شاعر ڪنهن جذبي کي محسوس ڪري ۽ اظهاري ته ٿو پر پنهنجن پڙهندڙن کي ان جذبي ۾ شريڪ نٿو ڪري سگهي ته ان کي بيو سيءَ ڪجهه ڪرڻ گهرجي پر شاعري (۽ ان جي ڪنهن به صنف) کان پري رهڻ گهرجي ۽ سائل پنهنجن پڙهندڙن کي ڪيتري حد تائين پاڻ سان گڏ وٺي هليو آهي اهو توهان پڙهندڙ ئي ٻڌائي سگهو ٿا ۽ اهو به ضروري ناهي ته آئون توهانجي راءِ/فيصلي سان متفق ٿيان ڇاڪاڻ ته ڪڏهن ڪڏهن رد ڪيل شاعري به مستقبل ۾ وڏي پذيرائي ماڻيندي آهي ۽ ڪڏهن ڪڏهن وقتي پذيرائي ۽ شهرت ماڻيندڙ شاعريٰ کي مستقبل اڏ تي به ڪونه پڇندو آهي ۽ سائل جي شاعري جو حال ڇا آهي آئون ان بابت راءِ ته ڏيئي سگهان ٿو پر سندس شاعري جو مستقبل ڇا آهي انهيءَ جو حتمي جواب توهان کي مستقبل ئي ڏيئي سگهي ٿو.

30 آڪٽوبر 2012ع



جاويد جبار جي ڪتاب "زنگجي ويل ننڊ" جو مهاڳ

# ڇٽيل پنن جو سرمو

سنڌ ۾ باهران آيل ڪوڙ سارين شاعراڻي صنفن کي ڇڏي ڪري فقط ترائيل ۽ سانيٽ ئي بہ اهڙيون صنفون آهن، جن کي آئون شاعراڻي احساسن کان عاري بس اهڙيون صنفون سمجهندو هئس، جيڪي محض ٽيڪنڪ تي آڌاريل آهن، ٻي سِٽ، چوٿين سِٽ سان هم قافيہ هجي، ٽي سِٽ جو قافيو ڇهين سِٽ سان ملي، پنجين ۽ ستين سِٽ وري بہ هم قافيہ هجن، وغيره وغيره. يعني ڇهہ ٽِڪان ارڙنهن، ہِ چونڪ انہ ست ڏون چوڏنهن. هنِن صِنفن جو اهڙو سِتاءَ ڏسي مون سوچيو، هنن صنفن ۾ شاعري گهٽ ڪرتب بازي وڌيڪ ڪري سگهجي ٿي. (۽ ڪرتب بازي ڪئي ويئي آهي) جيڪا تخليق وجدان، لاشعور ۽ احساساتي وهڪري کان بنهہ ڪوري محض، عقل ۽ شعوري ڪوشش تي آڌاريل هجي، اها لطيف جذبن ۽ آرٽ کان ڪوڪلي ٿي ويندي آهي ڇو تہ ان کي شعور جي مقرر ڪيل محدود سرحدن اندر ئي سفر ڪرڻو هوندو آهي ۽ ڪجهہ سٽن کي اڳتي پوئتي ڪرڻ لکڻ جي هڪ مشق کي شاعري جو نالو ڏيڻو پوندو آهي. مثال جي طور تي آئون سنڌ جي هڪ سينيئر شاعر امداد حسيني جو هي ترائيل ڏيئي سگهان ٿو.

تو ڪڏهن رات کان پڇيو آهي،
تہ ڪوي شام کان سحر تائين.
لاٽ جيان ڪيترو لُڇيو آهي،
تو ڪڏهن رات کان پڇيو آهي.

يا ڪڏهن رات ئي ڪڇيو آهي،
لفظ ڪو ڏينهن جي خبر تائين.
تو ڪڏهن رات کان پڇيو آهي،
تہ ڪوي شام کان سحر تائين.

## جامد ۽ متحرڪ تخليقي قدر

ٽي ايس ايليٽ چواڻي "اهڙي شاعري جيڪا اجتماعيت بدران فقط تخليڪار جو ئي آواز محسوس ٿيندي هجي، اها مستقبل ۾ ائين رد ٿي ويندي جيئن ڪا پرفريب شيءِ ختم ٿي ويندي آهي."

مون اسان جي سينيئر شاعرن جا هيل تائين جيڪي بہ ترائيل يا سانيٽ پڙهيا آهن، انهي پڙهندي مونکي شدت سان محسوس ٿيو تہ يورپ جي هن ڪلاسيڪل صنف کي اسان جي پريميچوئر جِدت شاعريءَ جي آرٽيفيشل ۽ غير فطري صنف بنائي ڇڏيو هو ڇو تہ شاعري فقط داخلي، خارجي ۽ احساساتي وارتا جو نالو ناهي، پر اها پنهنجي ثقافتي رنگ جي گهر بہ ڪري ٿي، ان جون پاڙون پنهنجي ڌرتي ۾ ناهن تہ اها فرد جي هڪ انفرادي جوڙجڪ ئي آهي. اسانجي سينيئر شاعرن اهي صِنفون پر خاص ڪري سانيٽ لکندي پنهنجي ڪلاسيڪل ورثي سان ناتا ڇني ڇڏيا هئا ۽ نئين کي پراڻو نہ ڪري سگهيا ۽ انهن جيڪا سانيٽ جي يورپين هيئت ۽ طرز تحرير متعين ڪئي يا برقرار رکي، اها سنڌي شاعري لاءِ ڏاڍي منجهائيندڙ پيچيده پڻ هئي ۽ جديد مغربي شاعريءَ جي لاڙن جي پرمار جي ڪري هن صنف کي سنڌ ۾ اها جوڳي موٽ ڪونہ ملي سگهي، جيڪا ٻين صنفن کي ملي ۽ گڏ هِن صنف (سانيٽ) کي ڪجهہ مخصوص بحرن ۾ ئي لکيو ويو ۽ مختلف رڪنن کي ائين ڇڪي تاڻي پورو ڪيو ويو جو اهي پڙهندي اسان لاڙ جي پان ڪائيندڙ شاعرن جي زبان ئي ڏکي ٿي پوي.

سانيٽ سڀ کان پهرين اٽلي ۾ لکيو ويو پر هن لاطيني صنف کي اوج وليم شيڪسپيئر ئي ڏنو ۽ منهنجو ذاتي خيال آهي تہ اگر شيڪسپيئر سانيٽ نہ لکي ها تہ شايد هي صنف اٽلي تائين ئي محدود هجي ها. شيڪسپيئر تہ باقائده هن صنف ۾ پنهنجو گهاڙيٽو متعارف ڪرايو جنهن کي شيڪسپيئرن گهاڙيٽو چئجي ٿو. سارنگا ۾ ڇپيل مشتاق گبول جي مضمون موجب شيڪسپيئرن گهاڙيٽي کانسواءِ پيٽرارڪن سانيٽ جو شاعر پيٽرارڪ Petrarch (1304_1334ع) جنهن سڀ کان پهرين سانيٽ لکيا ۽ سندس گهاڙيٽي کي پيٽرارڪن گهاڙيٽو چئجي ٿو ان کان

علاوه هڪ ٻئي شاعر اسپينسر Spenser جي لکيل گهاڙيٽي کي اسپينسرن گهاڙيٽو چئجي ٿو.

اسان جي سينيئر سنڌي شاعرن انهن ٽنهي گهاڙيٽن تي سانيٽ تہ لکيا ۽ انهن ۾ قافين جي ٻيهڪ جي حوالي سان تجربا تہ ڪيا، پر انهن ۾ اها موضوعاتي همہ گيري پيدا نہ ڪري سگهيا جيڪا هن صنف جي مقبوليت جو ڪارڻ بڻجي ها، يا ان مان پنهنجائپ جو ساءُ اچي ها. پر ويجهي ماضي ۾ وسيم سومري، اسحاق سميجي ۽ نقاش علواڻي جي سانيٽن کان پوءِ هاڻ هاڻ جيڪي احمد سولنگي، اشفاق آذر ۽ جاويد جبار دائودپوٽي جا سانيٽ پڙهيا اٿم تہ انهن ويساهہ ڏياريو آهي تہ هن صنف جي نالي ۾ ڪا شاعراڻي مشق نہ پئي ٿئي، پر هي باقائدي شاعري جي هڪ صنف آهي. اهو سنڌي شاعري جو الميو ئي چئجي جو لڳ ڀڳ سٺ سالن کان پوءِ هن صنف سنڌي ويس پاتو آهي ۽ آئون سمجهان ٿو تہ ڪجهہ وقت اڳ هڪ سنڌي مئگزين ۾ هلندڙ اهو بحث ئي اجايو هو تہ سنڌ ۾ سڀ کان پهرين سانيٽ ڪنهن لکيو؟ اهو بحث انهن سانيٽن تي پئي ٿيو جيڪي مغربي شاعري جي اطاعت جي ڪري سنڌي شاعري هضم نہ پئي ڪري سگهي چو تہ اهي اسان جي نج پنهنجي مروجہ قدرن سان رلمل نہ ٿيل هيا. بحث تہ ان ڳالهہ تي ٿيڻ گهرجي ها تہ سانيٽ کي سڀ کان پهرين سنڌي رنگ ڪنهن ڏنو؟

اڄ آئون هتي وسيم سومري، اسحاق سميجي، احمد سولنگي، اشفاق آذر ۽ نقاش علواڻي جي سانيٽن کي ڇڏي جاويد جبار جي انهن سانيٽن کي ڳالهائيندس جيڪي سندس ڪتاب ۾ موجود آهن. اهي سانيٽ هڪ هڪ ڪري پڙهندو آئون حيرت جي جهان ۾ گم ٿيندو ويس. جاويد جبار دائودپوٽي پنهنجي هن ڪتاب "زنگجي ويل ننڊ" ۾ سانيٽن کي ائين سليس ۽ آسان ڪري لکيو آهي. جو مونکي مٿن نظم جو گمان ٿيڻ لڳو ۽ جيڪڏهن آئون انهن کي هڪ مڪمل نظم چوان تہ بہ حق بجانب آهيان ۽ وڏي ڳالهہ تہ هن رڳو سانيٽن جي مخصوص هيئت کي ناهي قبوليو پر ان ۾ ڪافي فني تجربا بہ ڪيا آهن ۽ سندس اهو تجربو ايترو تہ سياويڪ ۽ وڻندڙ آهي جو هن صنف سان جيڪا منهنجي دشمني هئي اها دوستي ۾ بدلجي

**جامد ۽ متحرڪ تخليقي قدر**

ويئي ۽ ٻھريون ٻيرو مون بہ سانيٽ لکڻ جو سوچيو اسانجي سينيئر شاعرن جيان هن ڪجھ مخصوص بحرن ۾ سانيٽ ناهن لکيا، پر سنڌي شاعري ۾ استعمال ٿيندڙ ڪيترن ئي بحرن کي هن پنهنجي سانيٽن ۾ سمايو آهي. جيستائين منهنجي ڄاڻ آهي تہ ترائيلن جو سنڌي ۾ مڪمل ڪتاب هند ۾ هريڪانت جو ڇپجي چڪو آهي، پر سنڌي ٻوليءِ ۾ سانيٽن جو هي ٻھريون مڪمل ڪتاب آهي، جنهن جو اعزاز جاويد جبار دائودپوٽي کي وڃي ٿو. جنهن ڪنهن بہ مصنوعيت کان آجا تخليقيت سان ڀرپور هھڙا ڀر اثر سانيٽ لکي جڻ سنڌي شاعري کي هڪ نئون ڳھ پارايو آهي، سندس سانيٽن جي ڪيترن ئي سٽن جي معنويت تي سوچي آئون سچ تہ حيران ٿي ويس. ڇو تہ جديد سنڌي شاعري ۾ هھڙيون سٽون ورلي نظر مان گذرنديون آهن.

تــو ڪجــين جــي بــاغ ۾ مــونکي ڇيــو
نــاچڻي جــي پيــر ڏانهــن ڏســبو نــہ آ.

نانــگ جــوڳڻ جــي بــدن ۾ ويــو لڪــي،
جــڻ نــدي جــي مُــو ڪــپن ۾ ويــو لڪــي.

بســتر ۾ گــرم انــب اچــي پــال وڌا ڪــنهن؟

نھاريو تو جي سارين ڏانهن هراڙي شام تي ويندي
مون ٻھاڙين تي سمهي سوڙهي ندي جانچي ڏني.

توڻي جو جاويد جبار دائود پوٽو اسان جي ڪيترن ئي پڙهندڙن لاءِ بنهہ نئون نالو هوندو، پر سندس شاعرانہ رياضت کي ڏسي/ پڙهي چئي سگھجي ٿو تہ پنهنجي ڪشن کان وٺي مشاهدي ۽ ذاتي تجربي تائين وٽس پنهنجو هڪ نئين ۽ نرالو رنگ ڍنگ آهي.

**جامد ۽ متحرڪ تخليقي قدر**

اک تنھنجي شھر ھن ڪيئي ڪکيا،
تھڪ تنھنجا ڪونہ ٿا ڪنھن ڪان ڪڇن.

وڻن جي ڇٽيل پنن جو سرمو،
بھار بيني اکين ۾ پائي.

جاويد جي سانيٽ ۾ اسان اھڙا ڪيئي منظر ڏسي سگھون ٿا، جيڪي هونئن تہ عام رواجي چئي سگھجن ٿا، پر سندس قلم جي گرفت ۾ اچڻ کان پوءِ اھي غير روايتي ٿيو پون ۽ گڏ سندس سانيٽ اھو بہ محسوس ڪرائين ٿا تہ ھن محض شوقيہ طور سانيٽ کي ناھي اپنايو پر وٽس اھو اظھار جو ذريعو بنجي آيو آھي ۽ سندس اھو تخليقي تجربو ايترو تہ ڪامياب ويو آھي، جو اھو ھر پڙھندڙ کي پنھنجو تجربو ٿو محسوس ٿئي.

کھڙو فرق پوي ٿو سائڻ،
تو بہ تہ ڏرتي تي ئي آھين،

چنڊ چڙھي ٿو ھوتا ڀڪن،
رات اچي ٿي ڪونا سھڪن.

پير تنھنجا لاڙڪي ايڏو وڻيا،
ڪونہ ٿي مونسان ملڻ لاءِ پيي ڇڏي.

ھن ڪتاب ۾ ھي جاويد جا سانيٽ ئي ناھن پر اھو سڀ ڪرب بہ موجود آھي جيڪو ھن تخليقي جوھر جو بنيادي ڪارڻ آھي. ۽ اسان جنھن سماج ۾ رھون ٿا، ان جا گھڻا تلخ رنگ بہ سندس سانيٽن ۾ سمائجي ويا آھن. پنھنجي نڪري

**جامد ۽ متحرڪ تخليقي قدر**

سطح تي هو انهي شخص جي پوڳنا به محسوس ٿو ڪرائي، جيڪو هر پل جيئندي مرندي به زندگي مان مايوس ناهي ۽ ڪجھ بهتر ڪرڻ جي جستجو ۾ مگن آهي.

ڪير عيسيٰ ڪي تنگي ٿو مون اندر،
لڙڪ مريم جا ٿو ڪو تازو جهتي،
ميگھ موسم ۾ پيگل گوڙي مندر،
مون ۾ ڪو سياح پوڙهو پيو تڪي.

ڪير وڇوڙن ڪي سمجهائي،
پنهنجو وقت، وڃائن ٿا پيا،

تو سان عشق اهو ئي آهي،
ڇا ٿي زور لڳائن ٿا پيا.

ڪو ڪاڙهن ۾ لاوارن تي،
ٿي جسم ڪڙهيو ڪنهن مومل جو

جاويد جا سانيٽ پڙهي، مجموعي راءِ اها ٿي ڏئي سگهجي ٿي ته هن ننڍي وهيءَ ۾ ئي هن جا شاعراڻا قدر ايترا ته پختا ۽ زندگي سان لاڳاپيل آهن، جو ڪنهن به نقاد وٽ انهن کي رد ڪرڻ جا جواز سامهون نٿا اچي سگهن ۽ انهن ۾ جيڪا جذبي جي اُڇل ۽ خيالن جي بي ساختگي آهي، اها ڪنهن نئين شاعر وٽ گهٽ ڏسڻ ۾ ايندي آهي. دعا آهي ته سندس هي فني ۽ فڪري سفر اڃا به گهڻيون منزلون طئه ڪري، ڇو ته اهو سفر فقط جاويد جو ئي سفر ناهي، پر جديد سنڌي شاعري جو به سفر آهي...!



**جامد ۽ متحرڪ تخليقي قدر**

ابن ڪلهوڙي جي ڪتاب "بارش ۾ ڪيل اعتراف" جو مهاڳ

# هڪ اڪيلائي جي لکيل اجتماعي تاريخ

ڏيڍ ٻه سال پهرين فيس بڪ تي نئين ڪوتا بابت هڪ بحث شروع ٿيو هو. هتي آئون انهيءَ بحث جي مختلف نقطن ۾ الجهڻ يا انهن تي ڳالهائڻ نٿو چاهيان. پر انهيءَ بحث دوران ڪجهه ڳالهيون منهنجي ذهن ۾ هُري رهيون هيون. هتي آئون اهي انهيءَ ڪري ڪرڻ ٿو چاهيان جو انهن جو سڌي يا اڻ سڌي طرح ابن ڪلهوڙي جي هنن نظمن سان ٻه تعلق آهي.

الئه ته ڪنهن جا لفظ آهن ته "اسان جا دوست الئه ڇو ڪنهن ٻه رجحان کي تحريڪ سان گڏائڻ جي روايت جا پاسدار رهيا آهن. ادب يا آرٽ ۾ نوان تصور يا فني فڪري روايتون اچانڪ يا ڪنهن مقرر لمحي ۾ ظاهر ناهن ٿينديون فني توڙي فڪري لحاظ کان نئين خيالي جي لهر (هتي آئون نئين ڪوتا جو لفظ شعوري طور استعمال نٿو ڪريان) آهستي آهستي نمودار ٿيندي آهي. صبح جي روشني جيان ڦهلجندي آهي. درياءَ جي پاڻي جيان پنهنجا رستا پاڻ ناهيندي آهي" مونکي ته ائين لڳو اهو نئين ڪوتا جي بحث اسان جي ذهني ڏيوالپڻي جي ترجماني ڪري ٿو.

عالمي ادب ته ڇڏيو پر اردو ادب ۾ ٻه انهي بحث 1960ع کان شروع ٿي 1970ع ۾ پنهنجا پساهه پورا ڪيا ۽ اڄ اسان سٺ سالن کان پوءِ انهي بحث ۾ الجهيا آهيون. نئين ڪوتا جي اصطلاح سڀ کان پهرين 1960ع ۾ افتخار جالب متعارف ڪرائي ۽ " نئی شاعری ایک مطالعہ" جي عنوان سان هڪ ڪتاب لکيو بعد ۾ جيلاني ڪامران " نئی نظم کے تقاضے" جي عنوان سان مضمون ۽ 1964ع ۾ سجاد ظهير "پگھلا نیلم" جي نالي سان نظمن جو ڪتاب ٻه لکيو ۽ جوش صاحب جي شعري مجموعي "روح ادب" جيڪو 1920ع ۾ ڇپيو هو ان ۾ ٻه پنجان نثو ته ادب لطيف جي عنوان سان نثري نظم ٻه شامل آهي. هتي منهنجي چوڻ جو مقصد فقط اهو آهي ته اردو ادب 1960ع ۾ جيڪي رستا لتاڙي ڇڏيا هئا. اسان انهن تي هاڻ پيا

**جامد ۽ متحرڪ تخليقي قدر**

سفر ڪريون. آئون انهيءَ سموري بحث ڪان انهيءَ ڪري پري رهيس جو اهڙو بحث آئون ڪافي وقت اڳ پڙهي چڪو هوس.

سنڌي شاعري ۾ نثري نظم جو آغاز توڙي جو شيخ اياز جي ڪتاب "سرلوهيڙا ڳيپا" کان شروع ٿيو پر ان جي زبان، لهجو ڪرافٽ توڙي Poetic Contentبين صنفن جي قريب تر هو. انهن ۾ نون فڪري مسئلن جو اظهار يا پنهنجي اردگرد ڦهليل دنيا جا مون موضوع به نه هئڻ جي برابر هيا ۽ اهو سلسلو 1990ع تائين هلندو رهيو. آئون ته ائين چوندس اُهي نئين شاعريءَ تي تجربا ڪري رهيا هئا (سجاد ظهير چواڻي آهي ته شاعري ۾ تجربا ڪرڻ ائين آهي جيئن محبت ڪندي محبوبه تي تجربا ڪجن) ۽ جيڪي ماڻهو شاعري جي مزاج کان واقف به نه هئا اهي به نثري نظم لکي شاعرن جي لسٽ ۾ پنهنجو نالو ڳڻائي رهيا هئا پر مڪمل ائين به نه هو. بخشڻ مهراڻوي جهڙا شاعر نثري نظم جي مزاج کي سمجهي ههڙا نثري نظم به لکي رهيا هئا.

**تصويرون نماز ناهن پڙهنديون**

سنگ مر مر جي جامع مسجد پويان<br>
هڪڙي مصور جو گهر آهي<br>
اذان ٻڌڻ کانپوءِ به!<br>
تصويرون نماز ناهن پڙهي سگهنديون<br>
برساتون ڪچا ۽ ڪکاوان گهر<br>
ڳهي وينديون آهن<br>
برساتون آسمان جيان بي رحم آهن<br>
۽ مصور<br>
ڌرتي جيان رحمدل

**صوبيدار صاحب**

مون کي بک جي خلاف
ايف آءِ آر ڪٽرائٽي آهي
تو آڏو اگهاڙو تيڻ کان اڳ
مونکي گهر جي ڏيئي لاءِ تيل ونٽو آهي
بي وسي جي خلاف
جنهن منهنجي ٻارن جي انگ تان به
ڪپڙا لاهي ڇڏيا آهن
صوبيدار صاحب!
مرڻ کان پهرين مون کي
ايف آءِ آر ڪٽرائٽي آهي
جنهن جي جوابدارن ۾ پهريون نالو
تنهنجي وردي ۾ لڪيل آهي.

سنڌي شاعرن جي هڪ وڏي انگ جيڪا اردو ۽ ٻين ٻولين جي تلقيد پٺي ڪئي اها سنڌي شاعري کي راس نه اچي رهي هئي. جو ان ۾ خوبصورت لفظن جو وهڪرو ۽ دانشوري جو ڏيکاءُ ته هو پر اها شاعري پنهنجي ڌرتي تي نه پر فضا ۾ ساه کڻي رهي هئي. هتي آئون مشهور ناول نگار جوزف ڪانريڊ جا هي لفظ ضرور ورجائيندس ته "فن جو بنياد دانشوري تي رکي ئي نٿو سگهجي ڇاڪاڻ ته ڪلچر ۽ تهذيب سان گڏ دانش جو به زوال اچي سگهي ٿو پر حيرت جو احساس هميشه زنده رهڻو آهي. اعليٰ شاعري حيرت جي جذبي مان ئي جنم وٺي ٿي". 1980ع واري اسان جي زرعي سماج واري ڍاڪي جا نثري نظم پڙهي ائين ٿو لڳي ڄڻ اسان ان صنعتي دؤر ۾ جي رهيا آهيون جنهن ۾ فرد پنهنجي داخليت جو شڪار ٿي وڃي ٿو يعني خد پنهنجي تنهائي جو شڪار. جنهن ۾ هڪ طرح جي اجنبيت سندس مقدر ٿي وڃي ٿي. دوستو وسڪي ان جو اظهار سڀ کان پهرين پنهنجي ڪتاب Notice from Underground ۾ ڪيو هو. بعد ۾ البرٽ ڪاميو اهي فرد کي The Out sider ۾ ڏيکاريو آهي ڪافڪا جي ناولن ۽ ڪهاڻين ۾ به معاشري کان فرد جي انهيءَ

**جامد ۽ متحرڪ تخليقي قدر**

اجنبيت جو اظهار آهي پر اسان کي وقت کان اڳ انهيءَ صنعتي دور ۾ داخل ڪيو ويو. توڻي جو فهيم شناس ڪاظمي سنڌي نثري نظم تي لکيل پنهنجي هڪ مقالي ۾ لکيو آهي تہ "سنڌ نثري نظم جي اها خوش قسمتي هئي جو ان کي شروع کان ئي سنا شاعر مليا جيڪي زبان وَ بيان، فصاحت ۽ بلاغت جي نزاڪتن کي سمجهندا هئا. انهن نثري نظم کي فني حوالي سان اڻين مڪمل ورتو جو سنڌي شاعري ۾ نيون ڪائناتون دريافت ٿيون ۽ سنڌي زبان کي وسعت ملي" پر خوشبو جو زهر، دريءَ کان ٻاهر (جنهن کي 1989ع ۾ سنڌي ادبي سنگت طرفان شيخ اياز ايوارڊ بہ ڏنو ويو) ڳولها ۽ آئون شهر آهيان جهڙا ڪتاب پڙهڻ کان پوءِ ائين ٿو محسوس ٿئي تہ جڻ فهيم شناس ڪاظمي جي اها سنڌي نثري نظم تي هڪ قسم جي طنز آهي ڇو تہ ان دور جي نثري نظمن جي اڪثريت هڪ پابند فضا ۾ ساهہ کڻي ٿي. ان دؤر ۾ پهرين ڪنهن "سنڌي شاعري جا جديد رجحان" مقالو لکي Ph.D ڪئي هجي پر اها فڪري تہ الائي پر هڪ جذباتي زندگي گذارڻ واري شاعره آهي جنهن جي شاعري جو دؤر 80 ۽ 90 جي ٻن ڏهاڪن تي ڦهليل آهي (جيڪي اسان گذاري چڪا آهيون). ٻي طرف جديد آزاد نظم ۽ نثري نظم تي تجربا ڪيا ويا (محض تجربا ئي تہ ڪيا ويا) ۽ هڪڙي مخصوص دور کان پوءِ انهن تجربن جي اهميت ختم ٿي ويئي ۽ نظمن جو اهو لهجو يا تجربو سنڌي شاعري فراموش ڪري پنهنجو هڪ نئون ڏڳ ڳولهيو جيڪو اڄ ابن ڪلهوڙي، مصطفيٰ ارباب، روحل ڪالرو مصطفيٰ ناڱراج، اقبال هاليپوٽو علي اظهار، بادل، پارس حميد، عرفان لنڊ، رفيق سيال جي نظمن ۾ جلوه گر آهي. زبان ۽ تخيل جي گڏيل عمل سان جيڪا شعري زبان پيدا ٿيندي آهي ان جو هڪ مخصوص لهجو هوندو آهي ۽ اهو لهجو هڪ خاص وقت تائين سمجهي سگهجي ٿو ان کان پوءِ اهو لهجو يا تہ ڪلاسيڪل ٿي ويندو آهي يا فراموش ٿي ويندو آهي. بهرحال اهو لهجو هميشہ لاءِ ڪار آمد نٿو ٿي سگهي. ان ڪري هر دؤر پنهنجي نئين شعري زبان تلاش ڪندو آهي ۽ جيستائين اها نئين شعري زبان، لهجو ظاهر ناهي ٿيندو، شاعري جو نئون باب بہ شروع ناهي ٿيندو ۽ مون جڏهن ابن ڪلهوڙي جا هي نظم انهن جو لهجو، Poetic Sensibility ۽ خيال سان هڪ

**جامد ۽ متحرڪ تخليقي قدر**

مڪمل ڪميٽمينٽ ڏني تڏهن بي ساخته چئي وينس ته ابن جا هي نظم خارجي ۽ اخلي حقيقتن جي اختصار ۽ جامعيت باوجود هڪ اهڙو استعاراتي ڦهلاءُ عطا ڪن ٿا جو پڙهندڙ محض ڪجهه پلن ۾ ئي شاعر جي تجربي ۾ شريڪ ٿي فهم ۽ ادراڪ سان گڏ پنهنجي حساس پڻي ڪي به محسوس ڪري ٿو ۽ گڏ مون ڪي اردو ادب جي نقاد عقيل احمد صديقي جي هيءَ ڳالهه به ذهن تي تري آئي ته "شاعري فنڪار جي احساس جي اظهار هئڻ کان علاوه زبان جي انفرادي استعمال جو نالو به آهي هي به الڳ الڳ ڳالهيون ناهن پر شاعر زبان جي انفرادي استعمال جي ذريعي ئي انفرادي احساس جو اظهار ڪري ٿو".

آئون مثال طور ابن جو هي نظم ڏئي سگهان ٿو

### بارش جي ٻولي

جيئن نديءَ جا ڪنارا گونگا هوندا آهن
پاڻي ڳالهائيندو آهي
چپ ماٺ جي مهر لڳائي ڇڏيندا آهن
اکيون ڳالهائينديون آهن
وڻ ستا پيا هوندا آهن
پکي ڳالهائيندا آهن
جواني جي ڳنڍ کولڻ کان پهرين
رات بي چين هوندي آهي
بارش جي ٻولي سمجهڻ لاءِ
ڊڪشنري جي ضرورت ناهي پوندي
ڪاوڙيل لهجن کي
لفظن جي ضرورت ناهي پوندي
چنڊ کي ڏڪڻ لاءِ
رليءَ جي ڏيگهه ناهي ڏسبي
ڳاڙهي وڄ ۾ ڪيل تنهنجون ڳالهيون

میڪ اپ جون محتاج ناهن هونديون
خدا ۽ بندي وچ ۾
ڪنهن ديوار اڇڻ جو تصور فضول لڳندو آهي
بلڪل ايئن تنهنجي ۽ منهنجي وچ ۾
اهڙي ڪا به سرحد تخليق نٿي ٿي سگهي
جيڪا پاڻ کي هڪٻئي کان
ڌار ڪري سگهي .

آئون اهو آساني سان سمجهي سگهان ٿو ته ٻورتي پورتر ڪهڙي ڳالهه ذهن ۾ رکي هي چيو آهي ته "نظم ان وقت لکجي ٿو جڏهن نثري ۾ ڪجهه ڦاٽل هجي" پر اسانجي روايتي نقادن جو چوڻ آهي ته جن شاعرن کي بحر وزن ۾ شاعريءَ ڪرڻ نٿي اچي يا جن جي شاعريءَ ۾ جماليات ۽ وجدان جي کوٽ آهي، ٻولي تي دسترس ناهي اهي ئي نثري نظم جا شاعر آهن پر جڏهن آئون سنڌ جي سنن نثري نظم جي شاعرن جا نظم ٿو پڙهان تڏهن سندن اها راءِ غير منطقي ۽ بي سبب لڳي ٿي ۽ معلوم ٿئي ٿو ته اهو نقاد ادبي تاريخ ۽ شاعريءَ ۾ جماليات جي ارتقا جي عمل کان ناواقف آهن. منهنجو دوست رفيق سيال پابند شاعريءَ جو به ڪمال جو شاعر آهي ته سندس نثري نظم به نقادن جي انهيءَ راءِ جو روڪڙا جواب آهن.

**مون کي اها ڳالهه چڱي ريت ياد آهي ته**

تو هڪ دفعي ٻڌايو هو ته
ڪافور جو تيل چاتين کي
سوڙهو ڪري ٿو
۽ هوا کي جمائي ٿو
تڏهن ته مان پنهنجي سرير کي
ساهه جي تند تي وجايان ٿو
پردي جي هينان يا پردي جي مٿان
گهوڙي سوار جون اکيون

**جامد ۽ متحرڪ تخليقي قدر**

ڇڪيل لغام تي رکيل آهن
۽ اهو بہ توئي ٻڌايو هو تہ
منهنجو ڳوٺ صدين کان
هڪ پير تي بيٺل آهي
سوچيان ٿو تہ تون هر روز
چنڊ جي پٽ تپي
پنهنجا ڪپڙا مون ۾ ڇو سڪائڻ ايندي آهين
تو ڪڏهن سوچيو آهي!
تنهنجي نديءَ جا وار سفيد ٿي رهيا آهن
مان بہ ڪيڏو عجيب آهيان
پنهنجا وارياسا پير
تنهنجي گلابي ڳوٺ ۾ ڳولهيندو رهان ٿو
توٽي جو تو مونکي اهو بہ ٻڌايو هو تہ
غم خوار ماڻهن جا گهر
سدائين سفر ۾ رهندا آهن
ڪاش مان تنهنجي اها ڳالهہ بہ
سمجهي سگهان ها تہ
تون پنهنجي مياڻ اندر
رت ۾ ٻڏل تلوار ڇو رکندي آهين

رفيق سيال جي هن نظم کان پوءِ آئون ساڳي ڳالهہ کي اڳتي وڌائيندي ائين بہ چوندس تہ خد ارسطو بہ بحر وزن جي بنياد تي ڪنهن تخليق کي شاعري تسليم نٿو ڪري ۽ هُو ڪٿي بہ محض وزن کي شاعري لاءِ ضروري نٿو سمجهي. ارسطو شاعري لاءِ وزن سان گڏ ڪجهہ بيا بہ شرط عائد ٿو ڪري جن مان اهم ترين موضوع (خيال) آهي. هُو ڪنهن بہ هڪ شرط جي کوٽ کي شاعري لاءِ خطرو سمجهي ٿو ۽ چوي ٿو تہ ڪو بہ هڪ شرط پورو ڪرڻ سان ڪو ڪلام/ تخليق، شاعري نٿي ٿي

**جامد ۽ متحرڪ تخليقي قدر**

سگهي. هتي هي معاملو صاف ٿي وڃي ٿو تہ ارسطو فقط وزن کي شاعريءَ لاءِ ضروري نٿو سمجهي ان سلسلي ۾ ڪو بہ ابهام نہ هئڻ گهرجي تہ بغير وزن بحر جي شاعري نٿي ٿي سُگهي. (ان سلسلي ۾ مون سائل پيرزادي جي نثري نظمن جي ڪتاب ”خوشيون پرڏيهہ جا پنڇي“ جي مهاڳ ۾ تفصيل سان بحث ڪيو آهي تنهن ڪري انهن ڳالهين کي هتي ورجائڻ نٿو چاهيان) هاڻ آئون هي ڳالهہ پڙهندڙن تي ٿو ڇڏيان تہ بحر وزن تي پوري پر روايتي خيالن تي آڌاريل ڪنهن غزل کان هي نثري نظم ڪيفيتون تبديل ڪرڻ جي سگهہ رکي ٿو يا نہ؟ جيڪڏهن ابن ڪلهوڙو ههڙا خوبصورت نثري نظم لکي سگهي ٿو تہ ڪيس غزل لکڻ جي ضرورت ئي ڪهڙي آهي؟

## ممنوع قرار ڏنل پيار

تو پنهنجي عشق جو پنو پڙهڻ
مون لاءِ ممنوع ڪري ڇڏيو آهي
۽ منهنجي اکين ۾ اچڻ لاءِ
جُدائي جي پُل تعمير ڪري ڇڏي آهي
تو اچڻ ۽ وڃڻ جو رشتو
انا هٿان قتل ڪرائي ڇڏيو آهي
تو منهنجون يادگيريون ٻارڻ لاءِ
هوا کي هٿن ۾ تيليون ڏيئي ڇڏيون آهن
۽ چنڊ کي خوابن جو دشمن ڪري وڌو آهي
بهار کي برو ڀلو ڳالهائي
خزان کي خريد ڪري ورتو آهي
پر ائين ڪتي تو ٿي سگهي تہ مان
توکي وساري ڇڏيان تہ
ڏينهن ۽ رات
تو ۽ مون مان جدا ٿي ويندا

## جامد ۽ متحرڪ تخليقي قدر

مون ۾ تنهنجي ڪا مام مري ويندي
۽ تون اداسي جي آڳ مان
آسانيءَ سان مٿي ويندين
تون پلي پنهنجي هوڏ جي هٿن ۾ ڪيڏي
منهنجي پيار کي پري ڪري ڇڏ
پر پنهنجي دل کان پڇاڻان ڪرڻ لاءِ
توکي منهنجي شاعريءَ جي ڳالهه پڙڻي پوندي
اها شاعري:
جيڪا بس تو سان ئي هم ڪلام آهي

ڪجهه ڏينهن پهرين آئون محترمه شگفته پروين جو ترتيب ڏنل ڪتاب "اوڪتاويو پاز ادبي اور تنقيدي مطالعه" پڙهي رهيو هوس. اوڪتاويو پاز جي هڪ ڳالهه کي آئون هتي ضرور ورجائيندس چاڪاڻ ته اها منهنجي هتي ڪيل/ لکيل ڳالهين کي تحفظ فراهم ڪري ٿي. هُو چوي ٿو "شاعري آزاديءَ جو تجربو آهي شاعر پنهنجو پاڻ کي خطري ۾ وجهي ٿو چاڪاڻ ته هر نظم ڪنهن نامعلوم طرف ڏانهن سفر ڪندو آهي ۽ هر سٽ. هر شعر ۾ هڪ فيصلو اسان جو منتظر هوندو آهي ۽ اسان اهو نٿا ڪري سگهون ته اکيون بند ڪري جبلت کي پنهنجي مرضي تي هلڻ ڏيون. شاعرانه جبلت هڪ چست چڪتاڻ تي بدّل هوندي آهي". هتي اچي آئون انهي وجدان ۽ شعور جي ڳالهه به ضرور ڪندس جنهن لاءِ هولڊرلن چوي ٿو "شاعري آسماني بجلي آهي، جيڪا جڏهن شاعر جي روح، وجدان، شعور ۽ لاشعور تي ڪري ٿي ته پوءِ لفظن ۾ وهڻ شروع ٿي ويندي آهي" پر هڪ بي ڳالهه به آهي ته فرد گهڻو وقت شعور جي حالت ۾ به نٿو رهي سگهي، هن کي بيهر لاشعور جي دنيا ۾ وڃڻو پوي ٿو اگر ڪير ابن ڪلهوڙي جي هنن نظمن جو تجزيو اپياس ڪري ٿو ته ان کي اها ڳالهه به ضرور ذهن ۾ هئڻ گهرجي ته مون لفظ تجزيو اپياس استعمال ڪيو آهي. تنقيد نه، چاڪاڻ ته منهنجي نزديڪ ڪنهن به تخليق تي تنقيد جو هڪ مقصد اهو به آهي ته ان کي ناهي سنواري بيهر لکو ته ان کي هيئن هئڻ گهرجي ها. هاڻ اسان اگر

**جامد ۽ متحرڪ تخليقي قدر**

ٻڌائي يا غالب جي ڪنهن شعر تي تنقيد ڪنداسين تہ ٻڌائي ۽ غالب ڪٿان آڻينداسين جيڪي انهن شعرن کي ٻيهر لکن. آئون ڄاڻان ٿو اها هڪ بحث طلب ڳالهہ آهي ڇاڪاڻ تہ "سان بو چواڻي نقاد عوام جو سيڪريٽري هوندو آهي" ۽ تنقيد ادب جو ضمير آهي. تنقيد ادب جو ضمير تہ آهي پر ادب تہ زندگي جو ضمير آهي ۽ هڪ ٻي ڳالهہ بہ تہ جيڪو ڪالهہ جو سچ هو اهو اڄ جو ڪوڙ آهي ۽ جيڪو اڄ جو ڪوڙ آهي اهو سڀاڻي جو سچ بہ ٿي سگهي ٿو. هاڻ نقاد جو ڪهڙو ڪم رهجي وڃي ٿو. جسيتائين توهان اهو فيصلو ڪريو تيستائين اچو ابن ڪلهوڙي جو هي نظم پڙهون جيڪو سراپا زندگي جو ضمير آهي.

هُن سان گڏجي شاعري ڳولهہ
هن هڪ دفعو وري بہ توکي
پنهنجا اهي خواب گڏجي ڳولهڻ لاءِ چيو آهي
جن ۾ تو هن سان گڏجي
چنڊ تي نم ٿاڌاري هنيا هئا
۽ وسندڙ مينهن ۾ ٻيڙيءَ تي چڙهي
شاعري ڪئي هئي
هُو پنهنجا اهي خواب هاڻ جڏهن بہ
اڪيلو ڳولهيندو آهي تہ سندس اکيون ڪيس
اهڙي گهاٽي جهنگ ۾ ڇڏي وينديون آهن
جتان نڪرڻ لاءِ ڪيس
نظمن جي مدد وٺڻي پوندي آهي
هن ڪڏهن سوچيو بہ نہ هو تہ
تون اهڙو قلعو ٿي وينديں
جنهن ۾ داخل ٿيڻ لاءِ
ڪنهن منجنيق جي ضرورت پوندي
هن وٽ تہ فقط اهي اکيون سلامت بچيون آهن

جن ۾ فقط لڙڪ آهن
پٿرن جو وزن تہ هن جون ڳالهيون بہ
برداشت نٿيون ڪري سگهن
هن ڪڏهن بہ توکي
بوڙ رڏڻ جا توتڪا ڪونہ ٻڌايا ها
۽ نہ ئي اقوالِ زرين پڙهڻ جو چيو هو
هن تہ تولئہ اهي شعر چونڊيا هئا
جن ۾ ملي ۽ وڇڙي وڃڻ جو ذڪر هو
۽ تو موٽ ۾ هن سان گڏ
اهي خواب ڏنا هيا
جيڪو هاڻ هُو اڪيلو ڳولهي رهيو آهي.

آزاد شاعري يا نثري نظم لکندڙ علامتن جي ذريعي بہ پنهنجو اظهار ڪن ٿا" ارنسٽ ڪاسيرر Ernst Cassirer جو چوڻ آهي تہ انسان هڪ علامتي جانور آهي ان جي زبان مذهب. سائنس. ادب. آرٽ سڀ ان جي علامتي اظهار جي عڪاسي ڪن ٿا. Freudaim Psychoanalysis جي پيروڪارن جي خيالن کي اپنائيندي نثري نظم نگار اهو بہ سوچين ٿا تہ علامتون ۽ اشارا انساني خيالن جي نهايت واضح ۽ خوبصورت شڪل آهي شاعر گهري ۽ پرڪشش موسيقي کي شعور جي سطح تي آڻي سگهن ٿا. چارلس بودليئر جي خيال ۾ شاعرن کي خيالن جي اصلي علامتي مفهوم تائين پهچڻ ۽ ادارڪ جي غارن ۾ لڪيل اصل حقيقتن کي پائڻ ۽ سمجهڻ جي ڪوشش ڪرڻ گهرجي. جيڪڏهن ابن ڪلهوڙي جو هي علامتي انداز ۾ لکيل نظم ڪنهن لاءِ فهم ۽ ادارڪ جون دريون نٿو کولي يا شاعرجي داخلي ڪيفيتن کي سمجهڻ ۾ مدد نٿو ڏي ان شخص کي يقين ڪرڻ گهرجي تہ هي نظم سندس ڪنهن ڪم جو ڪونهي.

## ٻاروتڻ ھن جو ساٿ ڇو ڇڏيو!؟

ھُن جي ڳوٺ ۾ ڪڏھن ٻہ
فيملي پلاننگ وارا ڪونہ آيا
۽ نہ ئي ھن وري ڪڏھن
ڪنڊوم جو نالو ٻڌو ھو
ھڪ ڏينھن ھُن
ڳوٺ ۾ چوڙيون، ميڪ اپ
۽ پائوڊر وڪڻڻ لاءِ ايندڙ عورت کان
ليڊيز ڪريم ورتي
اھا ڳالھ
سندس مڱيندي تائين پھچي وئي
شام کان ھڪ اُجايل کھاڙيءَ
ھن جو پيڇو ڪرڻ شروع ڪيو
ٻئي صبح جو ھُوءَ
واھہ تي پاڻي ڀرڻ ويئي
۽ ھڪ اجايل کھاڙيءَ جي
اُڄ ختم ٿي ويئي
۽ وڏيڪ مثال لاءِ اسان ابن جو ھي نظم بہ ڏيئي سگھون ٿا.

## اڪيلائي جي تاريخ

مون جڏھن بہ تنھنجي چرين ڳالھين مان
توکي سمجھڻ جي جھاتي پاتي آھي
تڏھن وقت مونکي وارا ڀري
اذيتن جي پٽ تي ھنيو آھي
۽ آئون پنھنجي پيار جا ھڏ جھوري

وري بہ تنهنجي آس ۾ اٿيو آهيان
۽ پنهنجي وفا جي پنڌ ۾
زندگي جا پير ڏسي رُنو آهيان
راتِ مون ۾ اڪيلائي جي تاريخ لکي
ڏينهن کي پڙهائڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو آهي
۽ آئون پنهنجو درد لڪائڻ لاءِ
خودڪشي وٽ هلي آيو آهيان
مون سوچيو هو تہ تنهنجي هر خواهش
منهنجي ارادي سان گڏ هوندي
پر منهنجي اها سوچ
پهاڙ جو قد ماپڻ برابر لڳي ٿي
منهنجي اها ڪوشش اڌوري امانت ۾
مڪمل خيانت ڪرڻ جهڙي ثابت ٿي
تو مون کي سمجهڻ بدران
پرائو ٿيڻ جي تهمت لڳائي
جيڪا منهنجي سامهون
تنهنجي دل جي سڀ کان وڏي جرئت هئي
پنهنجي اڪيلائي جي تاريخ پڙهي پڙهي
مون ۾ جيڪا جيئڻ جي جرئت پيدا ٿي هئي
پر تنهنجي انهي بي وقتي الزام
هاڻ مونکي ايترو تہ ڪمزور ڪيو آهي جو
آئون سمجهان ٿو هاڻ منهنجو جيون
ٻڪين جي نند جيترو ٿي
مختصر ٿي ويو آهي

ٽي ايس ايليٽ پنهنجي هڪ مضمون دي سوشل فنڪشن آف پوئيٽري ۾
ري ٿو "حقيقي شاعريءَ جو معيارئي اهو آهي ته اها ڪنهن به مقبول رجحان جي
لديليءَ کان پوءِ به زنده رهندي آهي". هتي اچي آئون ابن ڪلهوڙي جي پوئٽڪ
ئپروچ يا اسلوب جي ڳالهه ڪرڻ کان پهرين ڪنهن نقاد جي اها ڳالهه ضرور
ورجائيندس ته "نظم ڪنهن شاعر جي ايجاد ناهي ۽ اهو ته دل جي ڪنهن ڪنڊ ۾
لڪيل هوندو آهي". آئون سوچيان ٿو ابن پنهنجا هي نظم پنهنجي دل جي ڪهڙي
ڪنڊ ۾ لڪائي ويٺو هو؟

جي شاعري سمنڊ کي ڪوزي ۾ تبديل ڪرڻ جو نالو آهي ته آئون ائين
چوندس نثري نظم وري ڪوزي کي قطري ۾ تبديل ڪرڻ جو نالو آهي ۽ ابن
ڪلهوڙي به انهن نظمن ۾ ڪوزي کي سمنڊ ۾ تبديل ڪيو آهي. هڪ سٺي نثري
نظم جي خاصيت اها به آهي ته جي ان مان هڪ سٽ ڇا هڪ اکر ڪيڍڻ سان به اهو
نثري نظم مبهم ٿي ويندو آهي يا ان جو روح مري ويندو آهي ۽ ابن جي انهن نظمن
مان اسان ڪا سٽ ڪيڍي ڇڏيون ته نظم تي واضح اثر پوي ٿو. جيڪڏهن ڪو نثري
نظم خيال جي وحدت ۽ چرڪائيندڙ ڪلائيمڪس کان عاري آهي ته اهو شاعراڻو
نثر ته آهي پر نثري نظم ناهي. اگر اسان ڪسوٽي تي ابن جا هي نظم پرکينداسين ته
اهو فيصلو توهان کي ڪرڻو آهي باقي آئون ان فيصلي ۾ توهان جي مدد ڪرڻ لاءِ
هيٺ ڪجهه شاعرن جا نظم ڏيئي سگهان ٿو.

**ييعت**

جڏهن مون درياءَ کي پهريون ڀيرو ڏٺو
ته آئون ٻڄي ويس
جڏهن ٻئي دفعي ڏٺو
ته ان ۾ لهي پيس
ٽي دفعا درياءَ هڪ نظم ڳائي رهيو هو
ان کان پوءِ آئون ڪڏهن به درياءَ تي نه ويس
ڇاڪاڻ ته درياءَ حد

مون تائين پهچي چڪو هو

(سعيدالدين)

## آئون بہ چريو هوس

آئون بہ چريو هوس
سمجهيم پئي تہ اڪيلو سفر ڪري رهيو آهيان
پر جنهن بہ هوائي اڏي تي لٿس ٿي
انهن منهنجي بريف ڪيس ۾
توکي ڏسي ٿي ورتو

(نزار قاباني)

## کهڙو چهرو

هن پنهنجي لاءِ هڪ چهرو ڳولهيو
جنهن پنيان هُو زنده رهيو
۽ ڪيترائي دفعا مئو
۽ وري زنده ٿيو
اڄ هن جي چهري تي
انهيءَ چهري جا گهنج آهن
مگر هن جي گهنجن جو ڪوبہ چهرو ناهي

(اوڪتا ويو پاز)

## ڏک ۽ خوف

هڪ ڏک
زنده رهڻ لاءِ ڪافي آهي
۽ هڪ خوف

پنهنجي حفاظت لاءِ

(احمد آزاد)

## هٿ ضروري آهن

۽ انهن جو هلڻ اچڻ به ضروري

۽ نه رڳو هڪ سڀ ڪان ضروري

بنان سئي جي گهڙي

وقت کي ڪيئن سجاڻيندي

چاهي اها ٻانهن جي هجي يا گهنٽا گهر جي

گهڙي بيئنل هجي تڏهن به

هٿ ضروري آهن

گهٽ ۾ گهٽ ٻيا ٻوڪي ۾ نه رهندا

(سرويشور ديال سڪسينه)

## معاف ڪجان

پروميٿس معاف ڪجان

جيڪا باهه منهنجي سيني ۾ لڳ ي

ان جو ديوتا تون ناهين

(ارشد معراج)

## اداڪارا

هُوءَ هڪ اداڪارا آهي

هن جي اکين مان

ايتريون ته چوڪريون روئي چڪيون آهن

جو پنهنجي ڏکن تي رُئڻ لاءِ

هن وٽ لڙڪ نه بچيا آهن

پنهن ندگي جيئڻ لاءِ

هن کي ٿورڙو وقت مليو

مون کي جڏهن هن سان محبت ٿي
ان وقت هوءَ ڪهاڻين ۾
ڀاويهون عشق ڪري رهي هئي
(ايوب گل)

## فرض

فرض ڪرڻ ۾ ڇا آهي
پاڻ کي مٿل به فرض ڪري سگهجي ٿو
۽ ملڻ وارن سان ان دوران
مٿل ٿي ملبو
(ستار رند)

## جڏهن آئون

اوندهه ۾ سفر ڪندو آهيان
پنهنجا هٿ
پنهنجي ڇهري تي رکي ڇڏيندو آهيان
ڪٿي اوندهه مون کان
اهو هميشه لاءِ کسي نه وٺي
(ذيشان ساحل)

## هڪ ڏکيو سوال

سرمد جي قتل وقت
ڪلو پٽڙو ڪٽي هئي؟
صحيح جواب تي
روم جو سفر
مفت
(نعمان احمد سيد)

**جامد ۽ متحرڪ تخليقي قدر**

## تصوير

هُوءَ ڪلي رهي آهي
آئون روئي رهيو آهيان
۽ ديوار خاموش آهي
(ابن ڪلهوڙو)

مختلف شاعرن جا هي ڏهه نظم توهان پڙهي چڪا. اهي هڪ ئي خيال تي آڌاريل هئڻ سان گڏ ڪيترا نه مختصر ۽ جامع آهن اهي پنهنجي اندر ۾ ايترا ته مڪمل آهن جو ٿوري به ايڊيٽنگ سموري خيال تي منڊيئڙو ڦيرائي سگهي ٿي ۽ ابن جي نظمن ۾ به جي اسان ايڊيٽنگ ڪنداسين ته نظم تي واضح فرق پوندو ۽ گڏ ابن جا هي نظم هڪ ٻئي سان لاڳاپيل هئڻ سان گڏ شاعر جو هڪ ڊگهو ڊائلاگ به ٿا محسوس ٿين جنهن ۾ هن پوري ڪائنات سمائڻ جي ڪوشش ته ڪئي آهي پر ان ۾ هو مون کي ڪٿي ڪامياب ته ڪٿي ناڪام به نظر اچي ٿو.

ابن جو هي نظم منهنجي انهيءَ ڳالهه جو زنده گواهه بڻجي بيٺو آهي:

## اعتراف

آئون اهو اعتراف ته ڪريان ته
ٿڪي ويائي
مون سڀ ڪجھ حاصل ڪري ورتو آهي
پر تون مون کي رڳو ملي
ڪجھ به ناهي ناهين سگھي
نه ٿي به چئي اڳيان
تنهنجون ڪيريون ڳالهيون
ڪنهن جنهن کي ٻڌيون آهن
آئون اڄ به تنهنجي اکين سان ئي
توکي ڏسي رهيو آهيان
پر هاڻ سڀ ڪجھ ڏسندي به
جامد ۽ منجمد ٿي ويل نذر

## تنهنجون اکيون

## نور وچائي وينيون آهن

منهنجي سامهون هن وقت علي محمد فرشي جو ڪتاب ”محبت سے خالی دنوں میں“ پيو آهي انهيءَ ڪتاب ۾ 17 صفحن تي آڌاريل سندس طويل نثري نظم ”قید سے لبالب پنجرہ“ به موجود آهي اهو توهان پڙهي ڏسو شاعر ڪٿي به مرڪزي خيال کان هٽي نٿو. ان سلسلي ۾ افضال احمد سيد جي مشهور نظم ”مٹی کی کان“، ايوب گل جي نظم ”تعارف“، اوڪتاويو پاز جي نظم ”بالڪني“، نزارقاباني جي نظم ”بلقيس جي نالي هڪ نظم“ جا به مثال ڏيئي سگهجن ٿا. موجوده دور جنهن ۾ سنڌ ۾ ڪتاب پڙهڻ جو رجحان آهسته آهسته گهٽجي رهيو آهي توڙي جو يورپ ۾ڪتاب پڙهڻ جو رجحان اڃان به آهي پوءِ به يورپ توڙي دنيا جي ٻين ملڪن ۾ ناولن ۾ به اختصار پسندي کان ڪم ورتو ويو آهي. توهان ڏسو نٽ همسن جو ناول ”بک“، هيمنگوي جو جڳ مشهور ناول ”پوڙهو ماڻهو ۽ سمنڊ“، پائلو ڪوهلو جو ”ڪيمياگر“. اهي ڪيترا نه مختصر ۽ جامع ناول آهن. انهن ناولن ۾ البرٽ ڪاميو جو ناول ”ڌاريو“ به ڳڻائي سگهجي ٿو. سو منهنجي چوڻ جو مقصد آهي خيال کي جيترو جامع ۽ مختصر ڪري پيش ڪجي پڙهندڙ تي اهو ايترو اثرانداز ٿئي ٿو. آئون ابن ڪلهوڙي جي پوئنٽڪ اپروچ کان ضرور متاثر آهيان پر نثري نظم جي مزاج ۽ فن کي سمجهي سگهڻ واري سندس خوبي مونکي وڏيڪ وڻي ٿي ۽ گڏ افسوس به ٿئي ٿو ته هو جديد نثري نظم جي تقاضائن کان پري نه هوندي به ايترو گمنام ڇو آهي!

هڪ نثري نظم جي شاعر طو آئون اهو چڱي طرح سمجهي سگهان ٿو ته هر شاعر جو پنهنجو هڪ مخصوص لهجو ۽ اسلوب هوندو آهي جيڪو سندس سڃاڻپ به هوندو آهي ۽ ابن ڪلهوڙي جو به هڪ پنهنجو لهجو آهي جيڪو بيحد وڻندڙ به آهي پر هتي اها ڳالهه سندس ته اگر هُو انهيءَ لهجي سان گڏ ڪوڙن کي نظري ۾ تبديل ڪرڻ جو فن اڃا به وڌيڪ ۽ بهتر نموني به سگهي ٿي ته يقينن هو سنڌ

جي نثري نظمن جي نمائنده شاعرن ۾ شمار ٿي سگهي ٿو. منهنجون دعائون محبتون ۽ نيڪ تمنائون ساڻس گڏ آهن.

(آخر ۾ هڪڙي وضاحت به ڪندو هلان ته مختلف وقتن تي نثري نظمن جا ڪتاب پڙهندي آئون جيڪي ڪجهه نثري نظم بابت محسوس ڪندو هوس پنهنجا اهي خيال ڊائري تي پڻ اوتيندو رهيس ته گڏ نثري نظم بابت بين نقادن جا خيال به ڊائري ۾ لکندو رهيس ۽ ڪجهه جاين تي انهن نقادن جا نالا لکڻ به مون کان رهجي ويا سو ممڪن آهي هتي ڪنهن نقاد جون ڪجهه سٽون به توهان کي پڙهڻ لاءِ ملي وڃن جيڪي منهنجي کاتي ۾ شمار ٿي ويون آهن. (عين ممڪن آهي ته ساحل پيرزادي جي ڪتاب جي مهاڳ ۾ به هڪ ٻن جاين تي ائين ٿي ويو هجي) توهان ان کي منهنجي غلفت سمجهو اڻ ڄاڻائي سمجهو يا ادبي چوري، اهو توهان جو حق آهي، باقي ايترو ضرور آهي ته مون اهي سٽون ڪنهن ڪتاب جو مهاڳ لکڻ لاءِ نه پر سنڌي ادبي سنگت شاخ قاضي احمد جي دوست ڄام آدرش پاران "جديد نثري نظم ۽ ان جون تقاضائون" جي عنوان سان هڪ ليڪچر لاءِ ڊائري ۾ اتاريون هيون (۽ اهو ليڪچر ڄام آدرش ۽ منهنجي گڏيل سستي جي ڪري نه ٿي سگهيو) ڄاڻان ته ابن جو هي ڪتاب به نثري نظمن تي مشتمل آهي ان ڪري اهي ڳالهيون هن ڪتاب سان به لاڳاپيل محسوس ٿيون تنهن ڪري ٿوري تبديلي سان اهي ڳالهيون يا نقطا مون کي هن ڪتاب جي مهاڳ ۾ لکندي ڪابه هٻڪ نه ٿي).

10 آڪٽوبر 2017



روحل ڪالرو جي ڪتاب "موهن جي دڙي جي چانڊوڪي" جو اڀياس

# متضاد، منفرد ۽ نامڪمل شاعر

جيڪڏهن اسان جڳ مشهور فلسفي روسو جي نعري يا نظريي Go back to Nature (فطرت ڏانهن واپس هلو) بابت سوچيندا سين يا انهيءَ نظريي جي مخالفت ۾ والٽيئر جو روسو ڏانهن لکيل خط پڙهندا سين يا عقل کي وجدان تي فوقيت ڏيندڙ هيگل جي نظريي جي اُپٽار ڪندا سين، يا هيگل جي نظريي کي رد ڪندي وجوديت جو فلسفو ڏيندڙ سارتر يا ڪافڪا جي نظريي تہ "ماڻهو چاڪاڻ تہ ڪڏهن بہ مڪمل ناهي، هو هر وقت تڪميل جي مرحلن مان گذرندو رهندو آهي ان ڪري هو بجاءِ عقل جي پنهنجي دل يا جذبن کي رهبر بنائي ٿو ۽ پنهنجي آزادي ۽ چونڊ جو حق استعمال ڪري ٿو". سارتر جي انهيءَ نظريي کان هٽي ڪري عقل جي اهميت ۽ افاديت کي سيني کان وڌيڪ ترجيح ڏيندڙ مشهور فلسفي ريني ڊيڪارٽ جنهن جو چوڻ هو تہ "سڀ علم فقط عقل جي ذريعي ئي حاصل ڪري سگهجي ٿو. حواس جيڪي ڪجھ اسان کي ٻڌائين ٿا، انهن تي مڪمل ڀروسو نٿو ڪري سگهجي، ڇاڪاڻ تہ حواس ڪڏهن ڪڏهن دوکو بہ ڏيئي ويندا آهن". جڏهن تہ انهيءَ فلسفي جي رد ۾ آرٿر ڪوئزلر لاشعور ۽ وجدان کي تخليقي عمل جو بنياد ڪوني ٿو ۽ ڊيوڊ هيوم بہ انهيءَ فلسفي کي اڳتي وڌائيندي چوي ٿو هر عمل (ڀلي چاهي اهو تخليقي هجي يا ڪو بہ رو عمل) جي پويان جذبن جو ئي هٿ هوندو آهي. عقل ويچارو تہ انهن جذبن جي اشاري تي نچي ٿو.

يقينن توهان سوچيندا هوندا تہ مونکي ڳالهائڻو تہ روحل جي شاعريءَ تي آهي پوءِ آئون هتي مختلف فلسفين جا حوالا ڇو پيو ڏيان؟ اصل ۾ مونکي ڳالھ اها

**جامد ۽ متحرڪ تخليقي قدر**

ڪرڻي آهي تہ فنون لطيفہ جي مختلف شعبن يا شاخن مان فقط شاعري ئي آهي جيڪا سيني فلسفن کان بالاتر آهي ۽ ڪنهن ڏاهي چواڻي شاعري ئي سيني فلسفن جي ماءُ آهي. اها ڪنهن بہ فلسفي کي هڪ وقت پنهنجائي بہ سگهي ٿي تہ ہي وقت ان کي رد بہ ڪري سگهي ٿي. ان معنيٰ ۾ شاعري تضادن ۽ اختلافن جو ئي نالو آهي، انهن اختلافن سان اتفاق ڪندڙ ئي شاعري جي سهي پرک ڪري سگهن ٿا ۽ اگر ڪو شاعر پنهنجي شاعريءَ ۾ متضاد ناهي تہ ان کي توهان قافيہ ملائيندڙ تہ چئي سگهو ٿا. پر ان کي شاعر چورائڻ جو ڪو بہ حق ناهي. ۽ هي روحل ڪالرو پنهنجي شاعري تہ ڇا پنهنجي ذاتي شخصيت ۾ بہ ايترو متضاد آهي جو ان جا ذاتي تضاد ئي موجوده دور ۾ سندس شاعراڻہ اهميت جي ميڃتا اڳيان رڪاوٽ بڻيل آهن (مستقبل جو فيصلو مستقبل ئي ڪندو). توڻي جو مون کي ڳالهائڻ تہ روحل جي پابندي شاعري تي گهرجي ها پر ڇاڪاڻ تہ اها فيس بڪ جي مٽ ۾ محفوظ آهي ۽ آئون فيس بڪ کان پري آهيان ان ڪري اڄ سندس ڇپيل پهرين ۽ واحد شعري مجموعي "موهن جي دڙ جي ڇانوَ" تي ڳالهائيندس.

جيڪڏهن آئون سنڌي شاعري جي موجوده دور کي شارٽ ڪٽ هٽي شهرت حاصل ڪرڻ جو دور چوان تہ يقينن خليل ڪنڀار کان وٺي آڪاش عامر تائين سمورا سچيت تخليق ڪار منهنجي انهيءَ ڳالهہ سان متفق ٿيندا پر هي روحل ڪالرو انهيءَ سموري ماندڙ کان پري بيٺل سچ تہ مونکي دنگ جي پٿر وانگر لڳي ٿو. مون دنگ جو پٿر لفظ انهيءَ ڪري استعمال ڪيو آهي جو روحل سرحدي لڪيرن ۾ ايمان نٿو رکي پر هُو پنهنجي فن، فڪر ۽ اسلوب جي ذريعي پنهنجي دؤر، پنهنجي ڪلاسڪ ورثي ۽ پنهنجي انهيءَ آئيندي سان ڳنڍيل آهي جن هن جي شاعري کي اها انفراديت عطا ڪئي آهي جو هو اهو چوڻ ۾ حق بجانب ٿيو آهي تہ:

ڏوبي گهاٽ تي هڪ پوڙهو ڏوبي
اهي گيت ڌوئي رهيو آهي
جيڪو غير نظرياتي ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين

انھيءَ ماڻھو لاءِ ڳائي ڳائي ميرا ڪري ڇڏيا آھن
جنھن جملي ڊگريءَ تي
ماڻھن جو دماغي آپريشن ڪيو
ماڻھو جيڪي ماچيس جي ڪوڪي ۾ بند آھن
ماڻھو جيڪي ڇت واري پکي سان بدل آھن

روحل ڏينھن ڏسڻ لاءِ سج لھڻ جو انتظار ناھي ڪندو ھن وٽ پنھنجي اھا روشني آھي جنھن ۾ سنڌي شاعريءَ جي اجتماعي طور ڪاري دؤر ۾ به اسان کي اھو ڏسڻ ۾ ايندو آھي تہ:

- سنڌ جي شناختي ڪارڊ کي ڪوئا ڪتري رھيا آھن.
- مير لانبت جي ماڙي ۾ ٻرندي ڏيئي کي ڪو ڪولھي سانوري ڦوڪ ڏيئي وسائي ڇڏيندو آھي.
- ڪو ڪتو يونڪڻ جي اعليٰ تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ ولايت ويندو آھي.
- بارنہ ڪنھن جا ڪانڌي ٿيندا آھن ۽ نہ رات جو B.B.C تان سيربين ٻڌندا آھن.
- محبوبائون ڀٽائي جي رسالي ۾ گم تي ويندين آھن
- ماڻھو گوتم جي گيان کي گھوٽي پيئندا آھن.
- پنھنجي تاريخ ھر روز غلام شاھ جي مقبري کان پنڻ شروع ڪندي آھي.
- طوفان وٽن سان عذر خواھي ڪندا آھن.
- ڪنھن ڇوڪري جو بدن فلمي پوسٽرن سان گڏ ٽنگيو پيو وڃي.

اھي روحل جي نثري نظمن جون ڪجھ سٽون ھيون، جن ۾ سندس اعليٰ تخليقي ذھن شاعري جي مروجہ ڏارائن کان ھٽي ڪري اسان کي اھو محسوس ٿو ڪرائي تہ ڪائنات کي ڏسڻ لاءِ ھن وٽ ڪوڙ آھيون بہ آھن تہ سندس وجدان ۽ لاشعور پيرت جي جذبي کي بہ جنم ڏي ٿو. جيئن مون ھن مضمون جي شروع ۾ مختلف فلسفين جي فلسفي جو ذڪر ڪيو ھو ۽ چيو ھو تہ شاعري ھڪ ئي وقت ھر فلسفي کي

پنهنجو ڪرڻ يا ان سان اختلاف ڪرڻ جو حق رکي ٿي. اچو ڏسون ته ان سلسلي ۾ خد روحل ڇا ٿو چوي:

فطرت جي مسيت ٻاهران
فلسفي جي ڪري ۾ ايترو پاڻي آهي ئي ڪونه
جنهن سان آئون پنهنجو
وضو پورو ڪري سگهان
آئون هڪ اهڙي ٻانگ ڏيڻ ٿو چاهيان
جيڪا پاتال کان پولار تائين
هڪ ڪني ٻڌي سگهجي

ذاتي طور تي آئون روحل جي اها ٻانگ ٻڌڻ لاءِ ان ڪري بي چين آهيان جو هو اها ٻانگ جذبي جي پوري قوت ۽ آزادي سان ڏيندو ۽ ان ۾ جيڪو ڪرب ۽ چِڪ هوندي اها هر اهل ضمير کي ضرور پاڻ ڏانهن متوجه ڪندي. آئون وري روحل جي ڪتاب ڏانهن ٿو موٽان. روحل پنهنجي هن ڪتاب ۾ سنڌي نثري نظم ۾ نيون راهون دريافت ڪيون آهن نه فقط نيون راهون پر پابند شاعري کان ونئي نثري نظمن جي هن مجوعي تائين روحل جي سموري تخليقي سفر کي آئون موضوعن کي نئين سري سان دريافت ڪرڻ جو عمل ٿو سمجهان. انساني الميئن کان ونئي وٽن جا پرفائيل لکڻ تائين هن جن جن المياتي حقيقتن ۽ ڪيفيتن کي ڇُهيو آهي. انهن ۾ جيڪا شاعراڻي اڏام آهي انهيءَ کان ڪو به نقاد انڪار نٿو ڪري سگهي. زندگي جي پريل تريل گهراڻين کي اظهارڻ لاءِ هن وٽ جيڪو علامت نگاري، استعارن ۽ ترڪيبن جو رنگ ملي ٿو اهو مڪمل شاعراڻي ڪيفيت سان ٿبنار به آهي ته سندس گهري فلسفيانه ادراڪ کي به ظاهر ڪري ٿو. آئون مثال طور روحل جي نثري نظمن جون هي سٽون ڏيئي سگهان ٿو:

مون وٽ جيڪا شاعري آهي،
آئون انهيءَ کي بندوق ۾ وجهي فائر نٿو ڪري سگهان.

**جامد ۽ متحرڪ تخليقي قدر**

مون وٽ جيڪا دانهن جي ٻولي آهي
اها آئون جتي به ڳالهايان،
سڀ ڪو سمجهي سگهي ٿو.

يا مثال طور هي نظم به ڏيئي سگهجي ٿو.

مون سميت سڀئي پڪي به اهو ڄاڻن ٿا ته
شاعري ۽ سائنس به الڳ الڳ شيون آهن
مون سميت سڀئي پڪي به اهو ڄاڻن ٿا ته
سائنس جي بدن ۾ دل ناهي هوندي
مون سميت سڀئي پڪي به اهو ڄاڻن ٿا ته
پٿائي جي بيتن جو پاڻ ۾ ڪو جهيڙو ناهي

نفسياتي ڪيفيتون جيڪي عقل جي پئماني تي ته پرکي سگهجن ٿيون. جڏهن ته جذباتي يا داخلي وارتائون عقلي معيار تي پرکڻ نا ـڪن آهن ۽ اهي مسلسل سوال ئي آهن جن جي ڪري پنهنجي ذات جي اثبات جي تلاش ڪرڻي ٿي پوي ۽ پنهنجي ذات تي ڇانيل اونده مان نـ ـي پنهنجو پاڻ سڃاڻ اويندا ۽ سڀ ڪجهه آئون پاڻ جهڙين ڪيفيتن سان آشنائي ٿئي ٿي. روحل جي شاعري ۾ اهي ڪيفيتون ۽ سوال اسان کي بار بار پڙهڻ لاءِ ملندا:

ڇا مون کي خبر آهي ته
هي هيتريون روشنيون ڪٿان آيون؟
روشني جو شجرو ڪهڙو آهي؟
ڇا تو کي خبر آهي ته اونده ڪٿان آئي؟
ڇا اونده کي ماپي ۽ توري به سگهجي ٿو؟
اهي سڀئي اهي ڳالهيون آهن
جن سان هٿ چراند ڪرڻ ڏوهه آهي
پر شاعر جي آڱرين کي اهو رتبو حاصل آهي ته
اهي انهن ڳالهين تي سفر ڪري سگهن ٿيون

هي روحل جيڪي محدود سوال پڇيا آهن، اهي ئي ڪيس لامحدوديت ڏانهن وٺي وڃن ٿا. اها لامحدوديت ئي ڪيس ٻڌائي ٿي ته هو هر لمحي اڌورو ۽ نامڪمل آهي ۽ تڪميل منهنجي ذات کان ڪافي پري به آهي ته مون کي تعمير به ڪرڻ چاهي ٿي ۽ جيڪا مون کي مسلسل متحرڪ به رکندي اچي:

زمانو مونکي چوي پيو ته
آئون ڪيس تنبوري جي ٽٽل تند سان ٻڌي ڇڏيان
۽ پٽائي مون کي سڄي ڄمار ۾ ڪيل
پنهنجي سهوَ جا سجدا ڳڻيا آهن
۽ پير اعجاز جي مئخاني ۾
جيڪا چانهه جي ڪٽلي چڙهيل آهي
انهيءَ جي ٻاڦ ۾
آئون پنهنجو پاڻ کي
اڌامندو ٿو محدود ڪريان

آئون چاڪاڻ ته روحل جي ذاتي دوستن ۾ شامل آهيان تنهن ڪري مون کي خبر آهي ته روحل ڄاڻي ٿو ته "آئون نٿو ڄاڻان"، اهو نه ڄاڻڻ جو عمل ئي روحل لاءِ علم ۽ ادارڪ جا دروازا کولي ٿو ۽ هو جڏهن انهيءَ ادارڪ کي محسوس ڪري ٿو ته پنهنجي تڪميل ڏانهن ڊوڙي ٿو ڊوڙندو رهي ٿو ڊوڙندو رهي ٿو ڊوڙندو رهي ٿو.نوٽ: (مئي ۾ 3 فيبروري 2018) تي روحل ڪالرو سان ملهايل شام ۾ پڙهيو ويو).



شاهد حميد جي ڪتاب "مرگهہ اجارا نينڌ" تي تبصرو

# هيڏا موتي جهول ۾ !؟

جڏهن 1992ع ۾ "ڏيئا ڏيئا لاٽ" ڇپيو هو تڏهن مان ميٽرڪ جو شاگرد هو. پر ان وقت به مون هيٺيان بيت پڙهيا هئا:

ڪوئي نہ هن کي پئو آهي، ڏوٺل ڏاٽ جو
سيگاري کي سئو آهن گس تلاءِ ۾

ان سان ڪهڙو فرق پيو اڄ ويو ياڪالهہ
آهي اصل ڳالهہ، ماٺهو تنهنجي انت جي.

سڪي ٻڪي ٻڪ ۾، ڪڪر ڪارونيار
ڪائي ڪيڏا خار، وڄ وري ويئي اُپ ۾

يٽ مٿي هي پيلٽيون، ڇهڪي ڇڪر ڏين
ڪنهيون تيون ڳوڙهين ڳالهيون ڪندي ڳجهہ جون

۽ آئون سمجهان ٿو هن متضاد ڪتاب جنهن جو مهاڳ شيخ اياز لکيو هو. ان ۾ جيڪڏهن حليم باغي يا مظهر لغاري نہ ڇپجي سگهيا تہ انهن جو احتجاج رڪارڊ تي ڇڪو آهي. پر آئون اڄ ڪو احتجاج رڪارڊ ڪرائڻ بجاءِ اهو چوندس تہ اگر اياز کي خبر پوي ها تہ هڪ ننڍڙي شهر کان پري هڪ ننڍڙي ڳوٺ ۾ ڪو زنجباري غلام ڇوڪرو هيڏا بيت پيو لکي ۽ اياز ان کي پنهنجي ٿاري جو گل چوي ها

**جامد ۽ متحرڪ تخليقي قدر**

تہ امداد حسيني کي بہ. انهن لفظن کي "ادبي پپي" چوڻ کان اڳ سئو بار سوچڻو پوي ها

25 سالن جي اُن ڏکھي سفر ۾ هن لڳ ڀڳ ٽي هزار بيت لکيا آهن جن مان فقط 184 بيت سندس پهرين شعري مجموعي "مرگهہ اجارانيڻ" ۾ موجود آهن.

هي شيدڪو ٻار شاهد حميد جيڪو پنهنجي ملڻ جلڻ جي رويي جي ڪري هزارين ماڻهن کي ڪونہ وڻي (۽ مون کي بہ) ان وٽ هن وقت تائين پنجن ڪتابن جيترو مواد ڊائرين ۾ محفوظ آهي. اُن ۾ هائيڪي کان وٺندي نثري نظم تائين هر صنف شامل آهي، پر مون کي هن جو بيت سگهارو لڳندو آهي، تڏهن تہ آئون دوستن ۾ دعوي سان چوندو آهيان تہ سنڌ ۾ هھڙو سگهارو بيت شيخ اياز کان پوءِ شاهد حميد ئي لکيو آهي ۽ جيڪڏهن هن منهنجي انهي دعوي جي رد ۾ اڪبر لغاري کان وٺندي سائين مير محمد پيرزادي تائين، ڪو دليل، ڪو ثبوت آهي تہ اهو لکت ۾ اچڻ گھرجي. (امداد حسيني_NO) اهو مئلن بابت ئي ڳالهائيندو آهي ۽ جڏهن هن چيو هو تہ سنڌي شاعري مقام ۾ پهتي آهي تڏهن ان جي زنده هجڻ طور مون شاهد حميد جي شاعري ئي پرک ۾ پيش ڪئي هئي (۽ هونئن بہ جيڪو ماڻهو مقام ۾ ويندو اهو ئي مقام ۾ تربتون، ڪتبا، هذا وغيره ڏسندو آهي) ۽ منهنجي پڙهندڙن کي بہ منهنجي انهيءَ راءِ نہ پر دعوي سان ڪو اختلاف آهي تہ اهو ثبوت طور سنڌي شاعري مان هھڙا بيت ڳولهي آڻي ڏيکارين:

اڱڻ ڪيئي ڳيچ، وک وک ناريون موهڻيون
تون ڇا ڄاڻين هيچ، لاڏا منهنجي لوءِ جا.

سونيون مچيون جهول ۾، ڪاري مهاڻي
ڪيڏا جهنگ پاڻي، ڏنا هن جي چاڪڙي

هُن جئين ڏيري ڇپ، ڦڙي جهڻي ڇپ تان
مڙڪي پيو ٽپ، وڄ سان ڪڪر ڪنڌ ۾

ملاح بيڙي ٻونڊڙي سڄ لٿي ساڻا
جئين جي معني لٿو اجهو ماڻڙي

ڪانگ پيري ڪالهه کان، جنهن لاءِ پيو واڪين
ڇا تون سڃاڻين، ان کي آد جڳاد کان....؟

مينهن ڪري جي پيهه پاٽياري جي وات تي
آئون ڪنهن هنڌ پيهه چوليءَ ڇٽ ڳچي ونان

شاهد حميد وٽ جيڪي ٽيڙو ڪتيون ۽ نکٽ آهن انهن جو آسمان هن پاڻ جوڙيو آهي. مون کي خبر ناهي ته ڪو فلڪيات جو ماهر به شاعر ٿي گذريو آهي يا نه؟ پر شاعر فلڪيات جي علم کي دوربيني بجاءِ پنهنجي اک سان ڏسندا آهن جيڪا ڪائناتن جا طواف ڪندي آهي. شاعري کي روح جو روڳ نه سمجهيو. شاعري ته ننڊ مان اٿيل انهيءَ هاريءَ جو خواب آهي جيڪو سارين جو ريج ڪندي ڪڙي ڪڙي کي پرندي ڏسندو آهي. شاعري ناڪام ماڻهن جي اها ڪاميابي آهي جنهن جي صدين تائين ماڻهو تمنا ڪندا آهن.

شاهد حميد جي شاعري جو پاتال ڳولڻ لاءِ جديد سنڌي شاعري جي پولارن ۾ وڃڻ جي ضرورت ناهي. شاهد جيڪو پنهنجي طبيعت ۾ مونکي متضاد لڳندو آهي ۽ اهي تضاد سندس شاعري ۾ به موجود آهن بس ڏسڻو اهو آهي ته توهان پاتال ۾ آهيو يا پولار ۾! شاهد حميد کي ٻولي تي به دسترس آهي ته انسان جون مختلف ڪيفيتون اظهارڻ جو به هن وٽ ڏانءُ آهي ان کان اهو ماڻهو به انڪار نه ڪندو جيڪو لاڙ جي ڏندين ۾ ديا ٿو جهلي يا اهو پروفيسر به انڪار نه ڪندو جيڪو ڪنڌ

**جامد ۽ متحرڪ تخليقي قدر**

جي جهٽڪي سان وار ناهيندڙ پنهنجي ڪنهن شاگرديائي جي عشق کي پنهنجي سيني ۾ خفيه رکيو ويٺو آهي.

رلي جي رنگ ۾ ويڙهي ميارون هن مڪيون آهن
ڪني وانگر ڪپايون تو نهارون ڇو ننگيون مون ۾

سج لٿي جو لڪ اُڪيلو واءُ گهلي ٿو واري تي
پتر نيڻ پتن جو چارڻ ڇپ اڄارا ٿو هر جا.

نه ٿي ڪنهن اپسرا ساريون نه ڪوئي ڪا پريون آيون
اڄارڻ شاعري پنهنجي به تي بس ڇوڪريون آيون.

شاعري انهيءَ ملاح جو رڇ ناهي جنهن ۾ ڪڳا، ٿيريون، پوپريون، منڊيون ۽ سيگاريون ڦاسنديون آهن. شاعري ته انهيءَ گهاتو جي ٽُبي آهي جيڪو ڇولين جو ڇوهه هوندي به پاتال ۾ پهچي موتي ميڙيندو آهي. منهنجي هن سڀاجهڙي سادڙي شاعر جا نه فقط بيت باڪمال ۽ سگهارا آهن پر هن بين صنفن ۾ به پاڻ کي مڃايو آهي، خاص ڪري سندس هائيڪا ۽ ڏيڍ سٽا به ڊائري ۾ اتارڻ جهڙا آهن.

مون لئه گهاٽا وڻ
ٿٺي ٻاهُو مڇي
ياهُو فريدڻ.

آئون نه ڪو افسوس
آندا مت مجاز جا
منهنجي لاءِ بڪوس.

## جامد ۽ متحرڪ تخليقي قدر

چاچا سمنڊ جيو
ڪوڙ پوءِ ب ڪپ تي
چپ ئي وينو هو.

ٽڙندي نڪري ويئي دور
ڪنهن تي وڃ جي اک پئي؟

شاهد حميد جو هي ڪتاب پڙهندي آئون سوچيان ٿو، جيڪڏهن منهنجي يار آسي زميني ۽ وٽ ٽائيم نہ هو تہ بهتر هو هن ڪتاب جو ڪو روايتي مهاڳ لکڻ بجاءِ وفا مولابخش ڪي ٽُرت ئي جواب ڏي ها. آئون نٿو چوان تہ آسي هي ڪتاب پڙهي جديديت، مابعد جديديت، ماڊرن ازم يا مارڪسيت تي ڪو ڊگهو ۽ اڻ وڻندڙ بحث ڪري ها پر آسي کي هنڌين وڻندڙ سٽن جي خمارن کي ضرور بيان ڪرڻ گهرجي ها.

تاريخ عجب ڏارا
اورنگ تہ اڄهامي ويو،
تواڄ ب بري ڌارا.

اتي تيڪ مٿو
جتي ٽڪجي جهنگ ۾،
سانجهيءَ سج لٿو.

هيءَ جا عورت پنهنجي ڇاتين ماسيرين
ڪينجهر ۾ تيرين ڪيئن ٽپا پوند ۾

ڏاڍا ڏنگــــا ڏار، کـــارو کبـــڙ وات تــــي
لنگهـــي جيڪـــا نـــار، چمـــن اُن جـــي چـــڳ ڪـــي

شاهد حميد ڪهڙي دور جو ڪوي آهي انهيءَ جو فيصلو ته اهي رهگذر ڏيندا جن تي هن سفر ڪيو آهي پر مونکي سندس شاعري پڙهي ائين محسوس ٿيو ته هي مڪڙين ۾ ماڪ جي ملڻ واري دور جو شاعر ضرور آهي. منهنجا ڪافي دوست ناراض نه ٿين ته مونکي چوڻ ڏيو ته سنڌي شاعري هاڻ ڪرتب بازي تائين محدود ٿي ويئي آهي. سنڌي شاعري جا نام نهاد نالا به جڻ ننڊ ۾ خود ڪلامي ڪري رهيا آهن. اقبال رند جي هڪڙي سٽ ئي خُمارن ۾ آڻيو ڇڏي ۽ تاج بلوچ جا سڀ ڪتاب پڙهڻ جڻ ته جهڻ ولوڙڻي ٿي. بس هڪ مخصوص دائرو آهي جنهن ۾ شيدي باشا هم باشا لڳي پيئي آهي. پر ڪنهن تي ٿوري به تنقيد ڪريو ته اهو ائين پيو ڳالهائي جڻ دوستو وسڪي جو "نوٽيس فرام انڊرگرائونڊ" لکيو ئي هن هجي. آئون ته چوان ٿو انهن کي بارش کان پوءِ به آسمان ڏسڻ ۾ نٿو اچي ۽ قبرستان ۾ پنهنجي تخليق جي منائي ورهائي رهيا آهن. سنڌي شاعري اليڪٽرانڪ، داد ميڊيا ۽ فيس بڪ مع فت جڻ ته هڪ مارڪيٽ ٿي ويئي آهي. اتي اسان سڀ پنهنجو وکر رکي ٺلهي واهه واهه ۽ داد تي خوش ٿي رهيا آهيون پر الله ڄڃو انهيءَ مارڪيٽ ۾ مونکي شاهد حميد جي شاعري نظر ناهي ايندي. ڪاش! شاهد حميد کي پنهنجو وکر وڪڻ جا ڪي گُر اچن ها. شاهد حميد جي غربت ئي هن جي شاعري کي صليب تي چاڙهيو آهي. حفيظ باغي نامعلوم نمبرن تان پنهنجي شاعري جي تعريف ۾ جيڪي ميسيج لکي ٿو اهڙيون اتڪلون به هن همراءِ کي ڪونه اچن. حبدار سولنگي جي لفظن ۾ "شاهد حميد ادبي گروپ بندين کان پري پنهنجي تخليقي ڪائنات ۾ ڪمال حسن سان پنهنجي ڪم ۾ رُڌل هڪ نج نبار شاعر آهي. جيڪو محبت جي ميتا جو حقيقي حقدار آهي. هُو ڪڏهن به هٿ نوڪين ميتائن جي آس ۾ نه سڙيو آهي. هُو ته عشق جي چانوري ۾ ويهي صرف شاعري ڪري ٿو جيڪا واقعي شاعري آهي."

**جامد ۽ متحرڪ تخليقي قدر**

تڙ پندي تارا نہ ڳڻ

آڻ هن کي اوڏڙو

روز ٿو سڌ کي چوي
ڏک مان مون کي ڏکڻ

آڻ هن کي اوڏڙو

سڪ کي سائو تہ رک
چڪ ۾ ايڏو نہ چڻ

آڻ هن کي اوڏڙو.

حسن درس چوندو هو شاعري تي ڳالهائبو ناهي، شاعري پاڻ ڳالهائيندي آهي ۽ شاهد حميد جي شاعري جا ٿي ڳالهائي اچو تہ خاموشي سان اهو ٻڌون ۽ مشاعرن جون صدارتون ڪري پنهنجي قد ڪاٺ ناهيندڙ شاعرن کي چئون تہ جيئڻ دلين جا دنگ ناهن هوندا ائين شاعري بہ سرحدن جي قيد کان آجي هوندي آهي.

ڏاهـــا منهنجـــي ڏيهـــ جـــا، تـــون چـــوائـــين اڻ جـــاڻ
ســـنڌ گهـــري ٿـــي ســـوجهرو ۽ تـــون اونـــده ســـاڻ
ڪـــڏهن منهنجـــي پـــاڻ، ڦٽنـــدي بـــاک بســـنت جـــي



# ٽر ٽڏا ساهه ڪٽي ٿو

سنڌ ۾ ٿر جي مسئلن تي هميشه جاڪوڙيندڙ ۽ جهيڙيندڙ هن امر انسان جو جيڪو مون پهريون ڪالم پڙهيو هو ان جو عنوان هو "ٿر ٽڏا ساهه ڪٽي ٿو" ۾ آئون سمجهان ٿو فقير مقيم ڪنڀار جي لاڏاڻي ڪانپوءِ هن وقت يقيناً ٿر ٽڏڙا ساهه ئي پريندو هوندو ڇو ته گذريل 572 ڏينهن کان ان ٿر جو آواز ڪنائڻ وارو ڪير به ناهي. جيڪڏهن هن وقت فقير مقيم ڪنڀار زنده هجي ها ته گوڙاڻي ڊيم جي نه فقط متاثرن سان بيٺل هجي ها پر ان آواز ۾ ايتري طاقت به پيدا ٿئي ها جو اسلام آباد جي ايوانن لاءِ ان آواز کي نظر انداز ڪرڻ آسان نه هجي ها ۽ اهو احتجاج يقينن هيستائين پنهنجي ڪنهن منزل تي به پهچي چڪو هجي ها. اهو محسن ٻهر جيڪو لفظن جي ڪاريگريءَ سان ٿر ڪول منصوبي کي سنڌ ۽ ٿر جي ترقي ٿو قرار ڏي ان ٻهر صاحب کي فقير مقيم ڪنڀار جهڙو ماڻهو ئي انگن اکرن سان جواب ڏيئي پئي سگهيو ته جنابِ اعليٰ توهان جو اهو ٿر ڪول منصوبو ٿر لاءِ هينئن هاڃي ڪار آهي. فقير مقيم ڪنڀار جيڪو ٿر جي هر پٽ، هر ڏهر، هر ڪوهه، ترائي، هر وڻ ۽ جهنگلي جيوت جي جڄ ته زبان هو. ٿر جو چپو چپو هن جي مشاهداتي اکين پاڻ ۾ سمائي ڇڏيو هو ۽ هُو ٿر جي جڄ ته جيئري جاڳندي انسائيڪلوپيڊيا هو. اهو ماڻهو ئي ٿر ڪول انتظاميه جي اکين ۾ اکيون وجهي چوي ها، توهان ڪير ٿيندا آهيو مارُو ماڻهن جي زمينن جي ڪاتن ۾ هيراڦيري ڪرڻ وارا ۽ گوڙاڻي جي نه ته ڪا سروي ڪرڻ ۽ نه ان جي ڪا حد مقرر ڪرڻ وارا ۽ ٿر جي ماحوليات کي زهريلو بنائڻ وارا پر افسوس اهو جرئت ڀريو آواز مٽيءَ ۾ مدفون ٿي چڪو آهي تڏهن ته سونکي پنائي جو هي بيت ڀيو ياد اچي ته:

اڄ گهـــرجين تــــون بــــدأماڻي پُنــــرا
متــان اچـــي مــون ويـــرين واڻــون لائيــون

اسان جڏهن فقير مقيم ڪنڀار جي لکيل مضمونن/ڪالمن تي نظر ٿا ڊوڙايون ته انهن ۾ اسانکي ٿر جو نه فقط سمورو درد پر ٿر جون ريتون رسمون ۽ روايتون به پڙهڻ لاءِ ملن ٿيون ۽ هو ٿر جي چونڊيل نمائندن کي بنان ڪنهن ڊپ يا مصلحت جي اهڙو ته سچ سڻائي ٿو جو حيرت وٺي وڃي ٿي. فقير مقيم ڪنڀار پنهنجي هڪ ڪالم "ڏبري نان ڏوکو گهٽو" ۾ لکي ٿو "آفريڪا جا ماڻهو انگريزن هيسائي نيچ بنايا هئا ۽ رعايت يافته شرفا خاموش تماشبين جو ڪردار ادا ڪري رهيا هئا. آفريڪين جو ڏوهه به اهو هو جو هنن جي ڌرتي تي سون هيرن ۽ ڌاتوئن جون کاڻيون هيون". فقير مقيم ڪنڀار اها ڳالهه ڪافي سال اڳ ڪئي هئي پر اڄ جڏهن سندس ٿر مان ڪارو سون پيو نڪري ته فقير جون اهي سٽون سراپا حقيقي اڳڪٿي تي سامهون آيون آهن. سندس هڪ ٻئي ڪالم "ٿر ماضي ۽ هاڻوڪا ميمبر" پڙهڻ سان نه فقط ٿر جي تاريخ جي ڄاڻ پوي ٿي پر ان وقت جي ٿر جي چونڊيل نمائندن جي "ڪارڪردگي" پڻ ظاهر ٿئي ٿي. ان ۾ هانسي سوڍي کان وٺي راڻي رٺمل سوڍي جي بهادري جو به ذڪر آهي ته روپلي ڪولهي ۽ شهيد شادي خان ڪوسي جون انگريزن سان ڪاڏل چوٽون به اسان کي پڙهڻ لاءِ ملن ٿيون. پاڻ لکي ٿو "شهيد شادي خان جي قبر اڄ به جهوڻ جي ڏونگر تي سنڌ جي دنگ جي ڌڙي مثل آهي". سندس قلم جو موضوع نه فقط سنڌ ۽ ٿر هيا پر کيس بين الاقوامي سياست جي گهري ڄاڻ هئي جنهن جي شاهدي سندس هڪ ڪالم "افغان جنگ ۽ آمريڪا جي اصل ايجنڊا" ڏي ٿو. فقير مقيم ڪنڀار جي لکڻين ۾ فقط جذباتي بنيادن تي ٿر جي درد جو قصو ناهي پر وٽس بين کي لاجواب ڪرڻ لاءِ انگ اکر به موجود آهن. پاڻ هڪ هنڌ لکي ٿو "انسان لاءِ روزانو اسي ليٽر پاڻي ۽ جانور لاءِ ٽي سئو پنجاهه ليٽر پاڻي گهربل آهي. لڳايو ويو آهي ته ٿر ۾ چوڏهن لک انسان ۽ ڇاهٺ لک جانورن لاءِ روزانو به ڪروڙ ٻه ئيسار ليٽر پاڻي جي ضرورت آهي".

**جامد ۽ متحرڪ تخليق جو قدر**

سندس هڪ بيو ڪالم "ڪارونجهر ڊيم جو نہ؟" پڻ پڙهڻ جهڙو آهي جنهن ۾ هن ڪارونجهر ڊيم جي اهميت ۽ افاديت جهڙي طرح تفصيلي انداز سان بيان ڪئي آهي اهو پڙهڻ ڪانپوءِ ڪنهن ۾ اها چوڻ جي جرئت نہ ٿيندي تہ ڪارونجهر ڊيم غير ضروري آهي.

فقير مقيم ڪنيار جي سماجي ۽ ادبي ڪم ڪي ڇڏي اسان جڏهن سندس سياسي ڪم تي نظر ٿا وجهون تہ هُو هڪ جاڪوڙي ۽ ڪمٽيڊ ڪارڪن طور سنڌ جي هر مسئلي تي اسان کي بيحد سرگرم نظر اچي ٿو. وٽس وطن لاءِ اها ئي پريت آهي جيڪا مارئي ، روپلي ۽ هانسي سوڍي ۾ نظر اچي ٿي. هُو زندگي جي آخرڪي پساهہ تائين انهيءَ سياست سان سلهاڙيل رهيو جنهن جو محور ۽ مرڪز فقط سنڌ هئي. فقير مقيم ڪنيار سچ پچو تہ هڪ اهڙي همہ گير ۽ اتساهيندڙ شخصيت جو مالڪ هو جنهن جي هر رخ تي هڪ جدا ڪتاب لکي سگهجي ٿو ۽ ظاهري طور ايترو تہ سادو انسان جو مون جڏهن کيس پهريون ڀيرو ڏٺو هو تڏهن حيرت تي هي هيڏو سارو سياسي، سماجي، تعليمي ۽ ادبي ادراڪ رکندڙ ماڻهو پنهنجي لباس، ڳالهہ ٻولهہ ۽ اٿڻي ويهڻي ۾ بلڪل نج هڪ نيٺ سنڌي ماڻهو جيان آهي. فقير مقيم ڪنيار تي لکي تہ گهڻو ڪجهہ سگهجي ٿو پر آئون آخر ۾ ائين ئي چوندس تہ:

ڪي اڻ پڙهيا ئي پڙهيا ٿيا، جن پڙهيو پاڻ
پيا ڪوڙين ڪتابن ساڻ هُنهين وٽن هلندا.



رخسانہ پريت جي ڪتاب "نگاهن جا سجدا" جو مبهم اڀياس

# "هاڻ الزام ڪي نوان ڳولهيو"

هن ديس ۾ خدائي سجدن جي سر زمين تہ رت ۾ ڳاڙهي ٿي چڪي آهي پر نگاهن جي سجدن جي سرزمين اڄ بہ ايتري ئي مقدس ۽ اُجري آهي جيئن رخسانہ پريت جي شاعري انهيءَ کي بيان ڪري ٿي.

اوهان پل سراپا جهڪو سرزمين تي
اسان جا پرين کي نگاهن جا سجدا

هن ڏڪاريل ڏيهہ ۾ جتي ماڻهن جا پيٽ بک سان ئي پريل آهن اتي اڪرن جا پيٽ پرڻ لاءِ ڪشالا ڪيڻ توڙي جوچريائي آهي پر ڪي ماڻهو پنهنجي فطرت جي عجيب سطح تي اچي معمولي حقيقتن کي بہ زندگي بخشي ڇڏيندا آهن ۽ رخسانہ هڪ غزل کان ٻئي غزل تائين پنڌ ڪري اها بک دريافت ڪندي انهيءَ رستي تي ئي سفر ڪيو آهي جنهن تي ڪنهن جي پيرن جا نشان گهٽ ۾ گهٽ مونکي تہ ڏسڻ ۾ نٿا اچن.

ڪيئن اکر جي پيٽ ۾
سمنڊ تولاهين پرين

ماڻهو پاڻ کي خريد ڪري سگهي ٿو يا نہ؟ اهو سوال سگمنڊ فرائڊ، سارتر يا ڪرڪيگارڊ لاءِ ڇڏي پاڻ انهن زخمي آگرين کي تا ڏسون جيڪي حيرت سان پريل اکين جو ساٿ نڀاهينديون آهن ۽ ڏندن وچ ۾ چپ کي چڪ هڻي بند درين مان بہ وسيع ڪائنات کي محدود ڪري ڇڏينديون آهن. جيستائين آئون سمجهان ٿو اهو لاشعوري طور پنهنجي ڳولها جو عمل ئي آهي.

## جامد ۾ متحرڪ تخليقي قدر

ڪوئي اهڃاڻ پئي ڳولهيان
مان خود کي هاڻ پئي ڳولهيان

نه ڪنهن پي ڊوڙ ۾ شامل
مان پنهنجو پاڻ پئي ڳولهيان

مسلسل هڪ هنڌ رڪجي بيهه رهڻ وال ڪلاڪ لاءِ ته ڪو مسئلو ناهي پر اهي وڻ جيڪي ايندڙ بهار جي انتظار ۾ هوا سان هم آهنگ ٿي پن ڇاڻي ڇڏيندا آهن. ميز تي سليقي سان رکيل ڪاغذ هوا جي جهونڪي تي ڪمري ۾ ڦهلجي ويندا آهن يا تيز گرميءَ ۾ پُل تان پاڻي ۾ ڇلانگ ڏيندڙ ٻارڙا رڪجي بيهه رهڻ کي ان ڪري پسند ناهن ڪندا جو اُهو انهن جي فطرت ۾ شامل ناهي ۽ شاعري توڻي جو هڪ تاريخ ته آهي پر ڪو وال ڪلاڪ هرگز ڪونهي.

عشق وارن کي ملن ٿا ڪيترا رستا نوان
ڪيتريون سوچون نيون ۽ ڪيترا نقطا نوان

زندگي سوڙهو ڪيو هو سوچ ۽ هر ساهه کي
پو بي ڏسنداسين جيئڻ جا پيا اسين سپنا نوان

ريلوي اسٽيشن تي اچي هٿ هلائي ڪنهن کي الوداع ڪجي يا قميص جا ٽُنل بٽڻ ٽانڪڻ وقت ڪنهن جي ياد ۾ گم ٿي وڃجي. انهن ٻنهي منظرن کي شاعري رد نٿي ڪري سگهي. شاعري سا به اهڙي شاعره جي جنهن کي بارش جي اُڃ ۾ بيٺل نم جي اڪيلي وڻ ۽ اڪيوريم ۾ ترندڙ مڇيءَ جي محدود مسافت تي لکڻ لاءِ ڪو قافيو ۽ رديف ڳولهڻ جي ضرورت نٿي پوي جيڪا جذبن جي وهڪري ۾ وهي ههڙيون سٽون لکي ويهندي آهي.

**جامد ۽ متحرڪ تخليقي قدر**

ڪٿي تا چئون پنهنجو نالو ٿئي
اسان جي ذڪن جو وازالو ٿئي
يا
ڪوڙالڪا ڪئي گمان ڇڏيا
هر گهڙي پنهنجا ها نشان ڇڏيا

ڪئي دفعا هو حدن کي اورانگهيو
ڪئي دفعا ها زمان، مڪان ڇڏيا

بارشن کان خالي آسمان، اهو ڪنهن ڪتاب جو نالو ٿي سگهي ٿو يا نہ پر رنگين پينسلن کان محروم ڇوڪريءَ کي پنهنجي پورٽريٽ ۾ اندلٺ جا ست ئي رنگ ڀرڻ جو حق آهي. اهو آئون نٿو چوان، رخسانہ پريت جي شاعري چوي ٿي.

هي شيشا هي موتي ۽ گج ۾ اجان
ڪي احساس جذبا ڀري ڇوڪري

ڪليل دروازا هن جي شاعري کي بند ڪري ڇڏيندا آهن تڏهن تہ هُوءَ بند دروازن پويان انهيءَ محبت جا جنم ڏينهن ملهائي ٿي جيڪا ڪنهن يونيورسٽي. ڪنهن ڪاليج جي پارڪ ۾ اکين مان ليئا پائيندي آهي. هن کي ڪنهن سيٽي ٻڌڻ جي ضرورت ئي ڪٿي آهي ڇو تہ هوءَ پوري رفتار سان انهيءَ جزيري طرف سفر ڪري رهي آهي جتي ڪو بہ روڊ ڪا بہ سڙڪ تعمير نٿو ڪري ۽ هن جي پنڌ کي ڪو بہ اسٽاپ نٿو لڳي.
اڄان ڪلهہ ئي مون گهر اڱڻ ۾ ويهہ چنڊ کي پٽي ڏئو ۽ منهنجي هٿ ۾ رخسانہ جو ڪتاب هو. آئون تنل واريءَ تان سفر ڪندي انهيءَ اتر قطب تائين پهچي ويس جتي برف کي ڳرڻ ڪنيوءِ پنهنجي آخري منزل جو پتو هوندو آهي ۽ اتي تفريح لاءِ ايندڙ سفيد وارن واري ڪا يورپين آرٽسٽ انهيءَ ڪهاڙي تي سوچي بہ ناهي سگهندي

جيڪا سنڌ جي باغي عورتن جو مقدر هوندي آهي. رخسانه ڇُهڻ چاهي ٿي ته انهيءَ قبر کي به ڇهي سگهي ٿي جنهنجي هئڻ جي سبب تي ڪنهن به اخبار ۾ ڪا به سرخي نٿي لڳي ۽ اهڙي لاوارث موت جي مالڪي هن اُن ڪري ڪئي آهي جو هُوءَ روايتي نوحي خوان ناهي.

دنيــا قاتــل ســان بيٺــي آهــي
منهنجــي ڪوتــا ڪــاريءَ ســان گــڏ.

هــوءَ جا چاهــت ۾ روئــي آهــي ڪــاري تــي
ٻــڌوا مــئلن ۾ ســا ڳڻــي نــه وڃــي.

سچ جي روشنيءَ تي ڳل ته ٽڙندا آهن پر اها اُس انهيءَ ڊائريءَ ڪيئن محسوس ڪئي آهي جنهن پنهنجي پيٽ ۾ رخسانه جا 232 غزل محفوظ ڪيا آهن. نچندڙ مور کان وٺي گئس چئمبر ۾ ٻوساٽجي مري ويل سڀ انسان ان ڊائري ۾ زنده آهن ۽ انهن غزلن ۾ هوءَ سرڪس ۾ ٻن ٽنگن واري ڪرسي تي پنهنجو توازن برقرار رکي بينل ڇوڪريءَ کي به فاخته جيان آزاد هوائن ۾ اڏامندو ڏسڻ جي خواهش رکي ٿي.

موڪل واري ڏينهن هوءَ پاڻي ذخيرو ڪري رکڻ بجاءِ انهيءَ بارش لاءِ سوچيندي آهي جنهن جي سالگرهه جو ڏينهن ڏسڻ لاءِ هوءَ ڪئلينڊر کان مدد ناهي وٺندي. هن کي پتو آهي ته جڏهن ماکي گلن مان رس چوسي چوسي ٿڪجي پوندي آهي ته بارشون وسنديون آهن. ڪا تاريلڻ رت اوڪاڇي اوڳاڇي زندگي تي لعنت ڪندي آهي ته بارشون وسنديون آهن.
پراڻي فرنيچر کي چمڪائڻ لاءِ پالش ڪريو پستول ۾ پاڻي وجهي پنهنجي ٻارڙن سان کيڏو يا باغيچي ۾ بينل چير کي ڪاٽيو.سڀ توهان جي مرضي تي ڇڏيل آهي پ هي ڪتاب ان وقت پڙهجو جڏهن سهگل جي ڪئسٽ توهان کي لِيپ نه سگهجي، نئون ڪوٽ جي تلعي ۾ نم هينان ويهي زندگي جي سست رفتاريءَ جو احساس ٿئي

يا 31 ڊسمبر جي رات گورک هل اسٽيشن تي آخري گلاس خالي ڪرڻ ڪانپوءِ حسن درس سان گذاريل ڪا شام ياد اچي.

اسان تہ پيار وارا پئسي ناتا چٽا ڪيا
چرڪي پياسين هن جو ارادا چٽا ڪيا

هاٿي ئي هُلي ڳالهيون ويون چوڏس. اجان اسان
ڪاتي سمورا پيار جا پاسا چٽا ڪيا.

غزل ڏاڍي نازڪ ۽ نفيس صنف آهي، هن وٽ غزل جو پنهنجو رنگ ۽ ڍنگ آهي". رب منهنجا منهنجي توبهن. امداد حسيني کان ويندي سرمد چانڊيي تائين گهڻا پيرا استعمال ڪيا ويا آهن اهي رواجي لفظ ـ افرا تفريح ۾ اسٽيڊيم مان باهر نڪرندڙ ماڻهو تہ ڳٽي سگهجن ٿا پر اهي جملا ايترا پيرا تہ ورجايا ويا آهن جو ڳٽڻ لاءِ هوٽل جي ڪنهن بيري کان ئي مدد وٺي سگهجي ٿي. چا ايئن. نٿو چئي سگهجي تہ رخسانہ جا غزل تيز خنجر تي فتح پائيندڙ ڪنهن جي مرڪندڙ اکين جهڙا آهن يا گوهيي سن مان لوڻ ميڙي واپسي موٽندڙ انهيءَ عورت جي ڳوڙهن جهڙا آهن جنهن جو نوجوان ور کوهہ کوٽيندي دٻجي مئو هو.

هيءَ شاعري تہ جيل جي اسپتال مان عيادت ڪري موٽندڙ ڪنهن قيديءَ جي ڏيءَ جي ترجمان آهي يا نہ پر انهي اسٽريچر ڌڪيندڙ ملازم جي متضاد سوچي تي جيڪو اپاهج ماڻهن کي بيزاريءَ سان ڏسي ٿو. هيءَ شاعري تہ آسمان جو اهو حصو آهي جتان آسمان جا ستارا زمين جي ستارن کي ڏسندا آهن. ۽ واجد منگي کي گورين جا خالي کوکا ڏسندي پرچم و ستار و هلال تي ٺوڪاريندا آهن.

عقيدي کان اڳيان رڳو سائنس ناهي سوچيندي پر شاعريءَ وٽ جيڪو پنهنجو هڪ الڳ منطق آهي اهو تهذيب سان تہ هم راءِ هوندو آهي پر سائنس سان اختلاف لاءِ هن وٽ مضبوط جواز هوندا آهن. رخسانہ انهن جوازن کي ڳولهي نٽي پر اهي ڪنهن اوچتي ظاهر ٿيل بيت جيان اسان کي نظر اچي وڃن ٿا.

**جامد ۽ متحرڪ تخليقي قدر**

آئـــون تحليـــل تـــي وڇـــان تـــو ۾
اڄ تــــ هــــي اختيـــار ڏي مـــونکي.

مـــان ڪيـــان عمـــر پـــر اتـــي گـــردش
پنهنجـــي مـــن جـــو ســـدار ڏي مـــونکي.

سفيد چادر مري ويل انسان جي آخري علامت بہ آهي تہ خشڪ عورت جو پهريون ڪينواس بہ آهي. زندگي کي محدود تہ ان مرد ڪيو آهي جيڪو ڪارين جون قبرون اڃي ڏينهن ۾ کوٽيندو آهي. رخسانہ جي شاعري تہ انهيءَ جنگ مان زنده موٽندڙن جو اهو نصاب آهي جنهن کي جپان جي ڪا گيشا پلي نہ سمجهي پر سنڌ جي اها ناري سمجهي سگهي ٿي جيڪا اياز جي لفظن ۾ انهيءَ ٽاٽي اٽندي آهي جنهن ٽاٽي پٽائي سُر مومل راڻو لکندو هو.

ســوچي ســپ هلجــو نيــنهن نگــري ڏانهــن
اتـــي پـــاٽي ۽ بيـــو هـــوا ڪـــونهي.

اڳــي ئــي جــوين مٽيئــي گهٽــو مــاريو
مــوتي تــنهن تــي نـــ بيــا جڙينــدو ڪيــر.

هـــــر وڇـــــوڙي ويـــــل تـــــاري
مـــــونکي پـــــاڪر ۾ پرينـــــدين.

بيـــار تنهنجـــو بنائينـــدو ڪـــافر
ســـارا پنهنجـــا گناهـــ تـــي وينـــدا.

جامد ۽ متحرڪ تخليقي قدر

هي مضمون مڪمل ٿيڻ تائين آئون سندس ڪتاب جو مهاڳ ڪونہ پڙهندس ڇو تہ آئون هر ڳالهہ ۾ ڏاڍو تڪڙو هوندو آهيان پر هن پيري ڪنهن بہ پراڻي نقشي کان مدد وٺڻ بجاءِ آئون خد ان جزيري تائين پهچڻ گهران ٿو جنهن کي سمنڊ آهستي آهستي پنهنجي لپيٽ ۾ آڻي رهيو آهي.

ڳُن ڪنارا، ناوَ ۽ ندي هن جي شاعري جا استعارا ان ڪري ناهن جو سمنڊ هن کي سراب ڏيندو آهي پر ان ڪري بہ آهن تہ هن جي اکڙين جو آب انهيءَ ٿانوَ ۾ پيل آهي جنهنجو ذائقو انهيءَ وڻجاريءَ کي ٿاهي وسريو جيڪا سمنڊ ۾ سج جا پهريان ڪرڻا ڏسڻ جي حسرت رکي ٿي ۽ هي سٽون لکندي منهنجي ذهن ۾ اهو خيال بہ تري آيو آهي تہ ممڪن آهي تہ مريخ تي پاڻي نہ بہ هجي پر ڇا ان کي اها ملاحظ تسليم ڪندي جيڪا ڪاري چاڙ کان اڳيان پنهنجي دنيا ختم ڪري ڇڏيندي آهي.

جيئن گهر وينل لاڙ جي جهونن ريبارين ۽ مهيرين کان پوٽن جا پنڌ ناهن وسريا ائين ئي هن ڪتاب کان اها رسم الخط بہ ناهي وسري جيڪا فقط اکيون پڙهي سگهنديون آهن ۽ جي دنيا انهن اکين کي ڳالهائڻ ڏي ها تہ هيڏا لساني فساد ڇو ٿين ها. اهي اکيون ويرات ڪولهي جي سينچري ڏسندڙ انوشڪا شرما جون بہ ٿي سگهن ٿيون تہ مڙس کي گاهہ جي پري جهلائڻ لاءِ ايندڙ تازي پرٽيل عورت جون بہ ٿي سگهن ٿيون. رخسانہ تہ هر انهيءَ اک مان ڳالهايو آهي جيڪا لفظن جي استعمال کي فضول خرچي سمجهي ٿي.

پلـــي هـــٽ پيـــر تـــون ڪڙجـــان
ڪـــڏهن توکـــان ڪڙيـــون اکيـــون.

نـــہ ســـوليون ســـمجهہ ۾ اينـــدئي
اڻئـــي ڏاڍيـــون ڏکيـــون اکڙيـــون

**جامد ۽ متحرڪ تخليقي قدر**

سارا ڏسن ٿيون منظر پوپي رهن اجاريون
پتو نہ پئي ٿو اکڙيون کھڙيون اسان بہ ڏاريون.

توهان منهنجي هن مضمون سان هزار اختلاف ڪري سگهو ٿا ڇو تہ توهان غني ڪاشميري جيان نٿا سوچيو ۽ آئون اهو سوچيندو آهيان تہ ڇا ٿي پيو جي هڪ نئون رستو ناهيندي هڪ ڇا هزار ديوارون ڪيرائيون پون ۽ ڪنهن ڪوٽ ۾ داخل ٿيڻ کان پهرين ٻاهر نڪرڻ لاءِ ڪنهن سرنگهہ جي ڇاڻ ونڊ بزدلن جوئي ڪم آهي ۽ اهو رخسانہ جي شاعري بہ ٻڌائي ٿي تہ خوشبو پنهنجا رستا ٺاهڻ ۾ آزاد هوندي آهي ۽ صحرائن ڪي دريافت ڪرڻ بارشن جي مهم جوئي جو حصو آهي.

گل ۾ خوشبو ڳالهہ پرائي
سوچن ۾ سر هاڻ ڏني اٿئي.

نيڻن جا نياپا پڇائي
واءُ ڪي تون ڪيئن ونگيندين.

پيار ڪي ڏوهہ سڀ چون، مون ڪي
آئي هن مان ثواب جي خوشبو

رخسانہ پريت ڊاڪٽر بہ آهي، جسم جا مختلف عضوا عطيو ڏيڻ جي سائنسي حقيقت کان بہ يقينن هُوءَ واقف هوندي خدا ڪيس وڏي ڄمار عطا ڪري پر سندس مي ڪتاب پڙهڻ کانپوءِ منهنجي اها حسرت آهي تہ ڪاش حياتي جي آخري ڏينهن ۾ آئون انڌو ٿي پوان ۽ سندس اکين سان دنيا کي ڏسان.



# سفيد وحشي کان ڪاري وحشي تائين

توڙي جو شيخ اياز جي ڪهاڻين جو مجموعو "سفيد وحشي" ورهاڱي کان اڳ ڇپيو هو پر اياز جون ڪجهه ڪهاڻيون ان ڪتاب ۾ ڇپجڻ کان پوءِ به رهجي ويون هيون. محترم انور فگار هڪڙي جنهن اياز تي ڪافي سارو ڪم ڪيو آهي تنهن ان دؤر ۾ ڇپجندڙ "سدرشن"، "سنڌو" ۽ ٻين رسالن مان اهي ڪهاڻيون ڳولهي ڪجهه سال اڳ " تند برابر توريان" جي نالي سان ڪتابي صورت ۾ اياز جي مداحن لاءِ سهيڙيون آهن. توڙي جو محترم انور فگار هڪڙي صاحب جو اهو ڪتاب منهنجي نظر مان ناهي گذريو پر محترم انور فگار جي انهيءَ ڪتاب يعني اياز صاحب جي سمورين ڪهاڻين جو اردو ترجمي تي مشتمل ڪتاب "مسافر مڪراني" گذريل ڪافي ڏينهن کان آئون بار بار پڙهي رهيو آهيان ڇاڪاڻ ته انهيءَ ڪتاب جو مترجم منهنجو اهو دوست آهي جيڪو تقريبن مهينو کن اڳ اڌ رات جو پنهنجي گهران ڪارن وحشين هٿان ڪنيجي يقينن هن وقت ڪنهن تارچر سيل ۾ پنهنجا پل گذاري رهيو هوندو.

هن ڪتاب جي هڪ خصوصيت اها به آهي ته شيخ اياز صاحب ورهاڱي کان اڳ، ورهاڱي ۽ هندن جي لڏپلاڻ ۽ ان دؤر جي سياسي حالتن بابت لکيل

جيڪي ڪهاڻيون "اسان جي سنڌ" نالي سان ڪتابي صورت ۾ مرتب ڪيون هيون ۽ ان ڪتاب جو اياز صاحب جيڪو مقدمو لکيو هو، اهو پڻ هن ترجمي ڪيل ڪتاب ۾ جيئن جو تيئن موجود آهي.

معاشي تنگي ۽ بيروزگاري جي ڪري منهنجي انهيءَ دوست ننگر چنا ترجمن طرف ايترو تہ ڌيان ۽ وقت ڏنو جو سندس ادبي سڃاڻپ محض هڪ ترجمي نگار واري ٿي رهجي ويئي پر سندس شاعري، ڪهاڻيون ۽ ادبي مضمون بہ ايترا سگهارا آهن جو ڪو بہ نقاد انهن کي آساني سان رد نٿو ڪري سگهي. انهيءَ جو سبب سندس وسيع مطالعو ٿي آهي. ڏيهي ۽ پرڏيهي ادب بابت جيڪا وتس ڄاڻ هئي اها سندس ڳالهين مان ٿي عيان ٿيندي ب ۽ مونکي حيرت ٿيندي هئي تہ سندس ايتري ننڍڙي دماغ ۾ هيڏي ساري ڄاڻ ڪيئن ٿي سمائجي؟ ننگر ڪنهن بہ تخليق کي ترجمو ڪرڻ وقت اڪثر ترجمي نگارن جيان لفظي ترجمو ڪرڻ بجاءِ ان خيال، سٽ ۽ ڪيفيت ۾ مڪمل ٻڏي پوءِ لفظن جو ويس ڍڪائيندو هو. اڪثر ترجمي نگار اهڙا بہ آهن جيڪي ترجمو ڪرڻ وقت پنهنجي دانشوري ڏيکاريندا آهن ان ڪري اصلي تخليق جو روح مري ويندو آهي، جسم وڃي باقي بچندو آهي پر ننگر چنا انهيءَ ڳالهہ کان واقف هو تہ ترجمو دراصل هڪ لکڻي کي ٻيهر تخليق ڪرڻ جي برابر آهي. ننگر چوندو هو تہ ٻولين ائين پاڻمرادو جنم ناهي ورتو. هر لفظ کي پنهنجو هڪ صدين جو تاريخي، تهذيبي، ثقافتي ۽ سماجي پسمنظر هوندو آهي. ترجمو ڪرڻ وقت ٻنهي ٻولين جي انهيءَ مزاج جي واقفيت ضروري آهي. مونکي ياد آهي تہ هڪ دفعي ننگر هڪ پنجابي ڪهاڻي ترجمو ڪري رهيو هو ۽ هڪ لفظ تي مُو اٽڪي بيهہ رهيو. مونکي چيائين، موتکي ڪنهن جهوني پنجابي سان ڳالهہ ڪرائي ۽ جڏهن چاچي صادق اڏ ڪلاڪ ساڻس فون تي ڳالهائي انهيءَ لفظ بابت بحث ڪري کيس مطمئن ڪيو تڏهن ان ڪهاڻي جو اڳتي ترجمو شروع ڪيائين.

ننگر چنا جي ترجمو ڪيل ڪتابن ۽ مسافر مڪراني جو ذڪر آئون بعد ۾ ڪندس پهرين سندس انهن مسودن جو ذڪر ڪندس جيڪي ڪنهن پبلشر ياران ڇپائي جي انتظار ۾ آهن. انل بروي جنهن نيڪسلائيٽ تحريڪ جي پسمنظر

**جامد ۽ متحرڪ تخليقي قدر**

۾ مراٺي ٻوليءَ ۾ جيڪو ناول لکيو انھيءَ کي ننگر "ھڪ انقلابي جو موت" جي نالي سان ترجمو ڪيو. انڊونيشيا جي آزادي جي پسمنظر ۾ عمر مختار جيڪو ناول لکيو هو ننگر ان کي "واتون ويھہ ٿيون" جي نالي سان ترجمو ڪيو آھي. ارجنٽينا جي ليکڪ عمر ديوا بيلا جي ھڪ ناول کي بہ ھن "ماتم ھڪڙي عورت جو" جي نالي سان ترجمو ڪيو آھي. ايم. آر. ڊي جي پسمنظر ۾ انورسن راءِ جي لکيل ناول چيخ کي بہ ھن "رُجن ۾ رڙ ٿي" جي نالي سان ترجمو ڪيو آھي. ھڪ روسي ناول جنھن جو ليکڪ ايوان ترگنيف آھي اھو پڻ "ڀھريون ڀھريون پيار" جي نالي سان ترجمو ڪيو آھي ۽ سنيل گنگو پاڌياءِ جي مشھور بنگالي ناول جو بہ ھن "ڪيئن ڪنارا ٿا ملن" جي نالي سان ترجمو ڪيو آھي. سندس اھي ترجمو ڪيل پڙهڻي ناول ۽ امر جليل جو ناول "نيٺ گونگي ڳالهايو" جو اردو ترجمو ڇپائي جي انتظار ۾ آھن. ننگر ڪيترن ئي سنڌي ناولن ۽ ڪھاڻين کي اردو جو ويس بہ ڍڪايو آھي جن ۾ محمد علي پٺاڻ جو ناول "مسافت ھڪ ياد جي"، اخلاق انصاري جي ڪھاڻين کي "سائے میں دھوپ" ، يوسف سنڌي جي ڪتاب کي "نوحہ گر" جي نالي سان اردو جو ويس ڍڪايو آھي. ان کان علاوه اردو مان سنڌي ۽ سنڌي مان اردو ۾ ترجمو ڪيل سندس ڪيترين ئي ڪھاڻيون سنڌي ۽ اردو رسالن ۾ ٽڙيون پکڙيون پيون آھن انھن کي اگر سھيڙجي تہ بقول سندس ڇھن ڪتابن جيترو مواد اھو بہ آھي.

جيئن مٿي مون ذڪر ڪيو تہ مسافر مڪراڻي ۾ شيخ اياز جو اھو مقدمو بہ شامل آھي جيڪو ھُن ڪھاڻين جي ترتيب ڏنل ڪتاب "اسانجي سنڌ" لاءِ لکيو ھو. اھو مقدمو پڙهي اسان اياز جي دور رس نگاھہ کي داد ڏيڻ کان رھي نٿا سگھون. وقت کان اڳ ئي ھن کي اھا پروڙ پئجي وئي ھئي تہ مذھب جي نالي ۾ پنجاب اسان تي قابض ٿي ويندو ۽ اسانجي وسيلن جي ڦرلٽ ڪندو. اياز انھن سمورن خدشن کان اسانکي ڀھرين ئي آگاھہ ڪري ڇڏيو ھو. جون 1947ع ۾ لکيل انھيءَ مقدمي ۾ ھو چوي ٿو تہ اسان سنڌي ھڪ الڳ قوم آھيون. اسان جي پنھنجي ھڪ الڳ حيثيت ۽ سڃاڻپ آھي. اياز ان وقت بہ بہ قومي نظريي کي ھڪ چالبازي قرار ڏنو ھو ۽ ان کي

جامد ۽ متحرڪ تخليقي تدر

اسان جي قومي غلامي سان پيٽ ڏني آهي جيڪا 70 سالن کان اسان ڀوڳي رهيا آهيون. اياز جو اهو مقدمو اهڙين تہ ڪڙين ۽ تلخ حقيقتن تي مبني آهي جو موجوده گهڻ پوسٽ. ڪڻ ڏٺان ۽ لاپتہ ڪرڻ واري دؤر ۾ شايع ڪرڻ غداري جي ذمري ۾ اچي ٿو. اها غداري جيڪا پنهنجي ڌرتي سان وفا آهي ۽ انهيءَ غداري جي پاداش ۾ ٿي اسانجو اهو مانوارو ليکڪ دوست ننگر چنا رات جي رهزن راڪاسن هٿان کنيچجي چڪو آهي ۽ اسان جا اڪثر دوست، سِر بچائڻ سنت آهي تي عمل ڪندي چپ سبيو ويا هلن چو تہ انهن کي خبر آهي تہ انهيءَ انياءَ تي آواز بلند ڪيوسين تہ پنهل ساريي جيان اسان بہ سرڪاري مهمان ٿي ويندا سين. هي هڪ ننگر چنا ۽ انعام عباسي جو مسئلو ناهي پر هي جڙ تہ سنڌ جي انهيءَ لاشعور کي لاپتہ ڪرڻ جو سلسلو آهي جيڪو ڌرتي سان وفا جي ڏوهہ ۾ چچرجي چيپاتجي روڊن تي اڇلائجي رهيو آهي نہ تہ سنڌ جو هڪ پيو باشعور طبقو اهو بہ آهي جنهنکي روز پيپلز پارٽي جي ڪرپشن خلاف اخباري بيان جاري ڪرڻو آهي پر لاپتہ ۽ چچريل ماڻهن جي مذمت لاءِ وٽن هڪ لفظ بہ ناهي.



# تيليءَ جهڙي لهجي اڳيان ٻرندڙ شاعري

عبدالله آس هنگورجي جو شمار اسان ٿر جي اڀرندڙ ٿِهي جي انهن شاعرن ۾ ڪري سگهون ٿا جن راڻاسر جي روهيڙن جي گلڙن ڪان پنهنجا رنگ اڌارا ورتا آهن توڙي جو انهن جي تخليقن جو پاند پيلن گلن سان پريل آهي پر ڪڏهن ڪڏهن رتا گلڙا ڏسي اهو خوشيءَ ڀريو احساس ٿيندو آهي ته هي شاعر ئي ٿر جي هر حسناڪيءَ جا محافظ ۽ وارث آهن. عبدالله آس جي شاعري پڙهي هر اهل دل ماڻهو اهو محسوس ڪندي دير ئي نه ڪندو ته بظاهر مانيٽو شرميلو ۽ هي ڪِلِ مُک شاعر پنهنجي اندر ۾ ٿوهر جي ٽاندن جيان ڌڳي رهيو آهي ۽ هن جي اندر جي اها آڳ جڏهن شاعريءَ جي صورت ۾ پنن تي اچي ٿي تڏهن پرائي پٽر تي پنهنجا سور ياد اچيو وڃن.

تيلـــيءَ جهــــڙي تنهنجـــي لهجـــي
هـــر هـــر پنهنجـــي ٻـــاري حيـــاتي.

دنيـــا وانگـــر تـــولي ســـان ئـــي
تـــويـــي آخـــر تـــاري حيـــاتي.

مونکي شاعري هن جي وجود جو حصو لڳندي آهي ۽ هن ٻه شاعريءَ سان اهڙا بي تڪلف لاڳاپا قائم ڪيا آهن جو اها ڪي ٻه ماڻا يا منٿون ڪرڻ کانسواءِ ئي هن جي دل ۾ داخل ٿي ويندي آهي ۽ هي تخليقي وجدان ۾ انهيءَ کي پنن تي اتاريندو ويندو آهي. جاڻان ٿو هن جي شاعري ڪا گهڻ رخي ناهي پر اها ڪا عيب جهڙي ڳالهه ناهي. خد عبدالله آس کي به اها خوشي ۽ اطمينان آهي ته سندس شاعري پيار جي حصار ۾ قيد آهي ۽ جيڪو شاعر موضوعاتي طور زندگي جي ازلي سچ پيار ۽ رومانس تائين محدود هجي اهو ڪل ڪائنات کي سميٽي ۽ سهيڙي وٺي ٿو.

**جامد ۽ متحرڪ تخليقي قدر**

روهيـــــڙي جـــــا رڳ نـــــرالا
رنـــــگ اهـــــڙا تـــــون آڻ- يـــــاتي.

دور هجـــن ســـب درد اکـــين کـــان
محبـــت اهـــڙي مـــاڻ حيـــاتي.

توڻي جو هن جي غزلن جو گهاڙيٽو ۽ اسلوب روايتي ٿو محسوس ٿئي ۽ هڪڙي ئي بحر فعلن فعلن فعلن فعلن ۾ لکيل هن جا غزل يڪسانيت ٿا محسوس ڪرائين جيڪا ڳالهه هن جي سچائپ لاءِ بہ هاڃيڪار آهي پر هن شعر جي تاثير کي پر اثر ڪرڻ لاءِ جنهن سادگي ۽ سچائي کان ڪم ورتو آهي، سندس اها خوبي سندس انهن مٿئين خامين تي حاوي ٿي نظر اچي. هن ڪي پر مغز استعمارا يا ترڪيبون واهپي ۾ آڻڻ بجاءِ اهڙيون ڳالهيون ڪيون آهن جيڪي هن جي پڙهندڙن جي دل ۾ پاڻمرادو داخل ٿي انهن جي اندر جو آواز ٿي ابرنديون آهن.

روح بـــــ ريگســـــتان جيـــــان آ
نيـــنهن نـــدي ڪـــا چـــوڙاســـان ۾

يا

تـــو بـــن آهـــي آس اســـان جـــي
ڪـــاري لـــوڻ جـــي کـــاڻ حيـــاتي.

مونکي خبر ناهي تہ عبدالله آس هنگورجي غزل کانسواءِ ٻي ڪنهن صنف ۾ بہ طبع آزمائي ڪئي آهي يا نہ؟! پر مون هيل تائين مختلف رسالن ۽ اخبارن توڻي فيس بڪ تي سندس فقط غزل ئي پڙهيا آهن ۽ هُو انهن ۾ امر ساهڙ کان ڪافي متاثر ٿو لڳي. تڏهن تہ هن بہ ٿر جي شاعرن جي روايتي لهجي کي برقرار رکيو آهي ۽ اهي استعارا يا ترڪيبون جيڪي واهُوندي ۾ ٿر جي واريءَ جيان اڏرندا رهندا آهن انهن کان اسان جو هي شاعر دوست بہ پنهنجو پاڻ کي بچائي ناهي سگهيو. ٿر جي نئين

**جامد ۽ متحرڪ تخليقي قدر**

تهي انهي عام مروجه اسلوب کان بغاوت ڪري پنهنجو پاڻ ڪڏهن ۽ ڪيئن آجو ڪرائيندي؟ اهو سوال مستقبل لاءِ ڇڏي عبدالله آس جون هي سٽون توهان سان ضرور شيئر ڪندس:

هن جو ڪوئي ڏس ئي ناهي
ڳولهيون ٿا پر ڳس ئي ناهي.

ڪاتي لب اتي جي رکندي
گهر ۾ تالهي تس ئي ناهي.

آس هنگورجي جي شاعري جو ادبي ڪارج ڪهڙو آهي؟ ان تي ڪو نقاد ئي بهتر انداز ۾ ڳالهائي سگهي ٿو پر هڪ شاعر جي حيثيت ۾ آئون چئي سگهان ٿو ته هن جي اندر جو انتشار (جيڪو شاعريءَ جو روپ ڌاري ٻاهر آيو آهي) فقط سندس دل جوئي ترجمان ناهي پر جيڪي به نئون نينهن لڳڻ کانپوءِ ڳرندا ۽ ڳالهيون ڪندا آهن انهن کي آس جي شاعري پنهنجي محسوس ٿيندي چو ته ان ۾ جذبي جي اُڇل سان گڏ لهجي جي پنهنجائپ به آهي تڏهن ته اها اجتماعي احساس جو روپ ڌاري ٿي

مايوسين آمن کي گهيريو
آتت ڪا ته اماڻي ڇڏ.
رولاڪ اکين کي آس ڪتي
هڪڙي ڪنهن ته نڪاڻي ڇڏ

منهنجي دوست عبدالله آس جي اها شديد خواهش هئي ته آئون سندس شاعري تي هڪ پيرو تنقيدي ۽ تعريفي نظر ڊوڙايان جنهن جو اظهار هو ڪافي وقت کان ڪندو آيو آهي. سندس انهي خواهش ۽ هجت کي مان ڏيهندي مون سندس پهتال ان غزلن کي جڏهن پڙهڻ شروع ڪيو تڏهن محسوس ٿيو ته هي پنهنجي اندر ساڻ جامد ۽ منجمد تخليقي قدر

جلاوطن ٿيل شاعر آهي هن وٽ جيڪو عرفان ۽ ادراڪ آهي، انهيءَ ڪي هو پنهنجي شاعري ۾ اظهارڻ جي جستجو ۾ مگن آهي تڏهن تہ پنهنجي تخليق جي وسعت ڪي ڏسڻ لاءِ يا شاعري جي نين ڏارائن ڪي قبول ڪرڻ بجاءِ هُو مقرر حد بندين اندر ئي سفر ڪرڻ ڪي ترجيح ڏي ٿو ۽ شاعريءَ ڪي گهٽو ويجهو رهي ٿو اها شاعري جيڪا پنهنجي سڃاڻپ لاءِ ووڙي رهي آهي.

توڪـــان پـــوءِ هيـــل اســـان جـــو
جـــذبا ســـارا تيـــل اســـان جـــا

جـــادو جنتـــر پڙهنـــدي پڙهنـــدي
غيـــرن ٽوڙيـــا ميـــل اســـان جـــا

آخر ۾ عبدالله آس هنگورجي لاءِ اها ئي نيڪ تمنا تہ هو پنهنجي Artistic genuisness جي ذريعي پاڻ ئي پنهنجي اندر ۾ پنهنجي تخليقي عمل لاءِ ڪي سوال اٿاري ۽ پوءِ جهجهي شاعري ڪرڻ بجاءِ انهن جي جواب جي ڳولها ۾ پاڻ ڪي مصروف رکي.



# سنڌوءَ جل تي ٻاڪ هڻي ڄڻ

ڪنهن مارڪسي نقاد کان ويندي رومانوي نقاد تائين، هر نقاد وٽ پنهنجي مخصوص نمبر جي عينڪ هوندي آهي ۽ اهو اقرار ڪرڻ ۾ ڪهڙو حرج آهي ته اهي پنهنجي ماڻيل داخلي توڙي خارجي شعور ۽ ادراڪ سان هم آهنگ تي ڪنهن فن پاري جي ڪٿ ڪندا آهن پر انهن جي مؤقف / تنقيد سان جنهن بيباڪيءَ سان شاعري اختلاف ڪرڻ جي جرئت ڪري ٿي اها جرئت فنونِ لطيفه جي ٻين صنفن ۾ گهٽ ڏسڻ ۾ آئي آهي. ڇو؟ انهيءَ ڇو جو جواب آئون ڏيان. انهيءَ کان بهتر آهي ته اهو جواب سائل پيرزادي جي شاعريءَ مان ڳولهيون. اها شاعري جيڪا هن مينهوڳيءَ جي منڊ ۾ اڪين ۾ لٿي آهي ۽ ڪنهن ڏوتل پوتل گهاٽي جهنگ جهڙي ڪتاب ۾ سمائجي ويئي آهي. جهنگ جنهن جي پرسان هڪ تار ندي وهي ٿي پر اسان ٻيڙين تي چڙهي نديءَ جي ٻئي پار ڪونه وڃي سگهنداسين ڇو ته هي جهنگ ايترو گهاٽو آهي جو ان مان ٻاهر نڪرڻ جا سارا رستا اسان وڃائي ويهنداسين. سو ڪي رستا ڳولهڻ بجاءِ اڇو ته انهيءَ جهنگ جي وڻن سان گفتگو ڪريون جيڪي سائل پيرزادي جي دل ۾ ڦٽا آهن.

مونکي خوشي آهي ته منهنجو يار سائل فقط جذبي ۽ وجدان جو ئي شاعر ناهي پر هُو شعور، جديد فڪري لاڙن ۽ انوکي لهجي جو به شاعر آهي. منهنجي انهيءَ ڳالهه جي گواهي سائل جا هي شعر ڏيندا جيڪي هن جي تخليقي وسعت جي پڻ گواهي ڏين ٿا.

سوچيو هن چانورن ڪي سوئيندي
زندگيءَ مان ڏک به ڪڏهن سوئجن.

ڪرنـــدا اونهـــيءَ ڪـــاهيءَ ۾
جگنـــو جهـــڙا پنهنجـــا پـــل.

گيان مان جنهن جي لهي بک تي وڃي
پـاڻ ڪـي سـو جنـب گـوتم تـو لڳـي

مـوت جـو اڳتـي ڪنداسـين تجربـو
آ تـہ گـڏجي گيـت ڳـايون زنـدگي جـا

هي تہ ٽي ايس ايليٽ چيو آهي
The poetic critic is criticizing poetry in order to create poetry.

پر هي خبر ناهي ڪنهن چيو آهي تہ "ڪنهن تخليق تي تنقيد ڪرڻ ان کي ٻيهر لکڻ جي برابر آهي" ۽ سائل پيرزادي جي تخليق کي ٻيهر لکڻ بظاهر تہ آسان آهي پر جڏهن ان جي گهرائي ۾ ٿو لهجي تہ فڪر جون چوليون ڏسي واپس موٽ تي ڪاٺي پوي.

مـــــانجهي اداس ٿـــــي ويـــــو
ڪــــو پُــــور آ پـــــتڻ ۾.

ڪنڌيءَ تي ڪانيجي وينا ملاحن جا ٻہ ٽي پوڙها
ڳُڻ ڪڙڪا ڇتيون چوليون سنڌوءَ جا سير سارن ٿا.

مـلاح نـاو تـي ويـو اداس گيـت ڳائينـدو
۽ سـاڻ سـاڻ نير ڳيـون ننـڊا ڪڙيون پيـون تـرن.

**جامد ۽ متحرڪ تخليقي قدر**

هڪ نقاد جي حيثيت ۾ آئون اهو نٿو ڄاڻان تہ Objective word ۽ Objective reality ڇا آهن پر هڪ شاعر جي حيثيت ۾ مونکي خبر آهي تہ ميرن کي ڪنن جي ڳالهين مارايو هو پر شاعرن کي هميشہ ڪنن جي ڳالهين ئي جيئاريو آهي.

ڏسـئي ٻيــو ديــر ڪــان گهــوري
اڇــي ســرتيءَ ڇــيس ڪــن ۾.

شهر جي مصروف زندگي جيئندي جنهن ماڻهو کي بارش ۾ ڳوٺ جا ماڻهو ياد اچن يا نہ پر وطن جا وڻ هر هر هيئين تي هُري اچن. پڪ ڄاڻو اهو شاعر اٿو.

هــيءَ نليــتن جــي تنهــائي گهــٽ بڻــي
ڳــوٺ اســان جــا يــار پُســن پيــا بــارش ۾.

"شعر بہ سفيد سنگ مرمر جي محل وانگر جوڙتا ۽ نکارتا پوندا آهن. فقط اجايا پهاڙ ئي پاڻمرادو تخليق ٿيندا آهن". سعيد سومري جو هي نثر ٽڪرو مونکي سائل پيرزادي جو اهو ڪتاب پڙهندي ذهن تي تري آيو جيڪو ڇپيو تہ هاڻ هاڻ آهي پر مون گهڻي وقت کان پوءِ پڙهيو آهي. گهڻي وقت کانپوءِ ان ڪري پيو چوان جو ايوب گل جي ڪتاب "هن مونکي ڇڏي ڏنو" کانپوءِ هي سنڌي شاعري جو پهريون ڪتاب آهي جيڪو مون هڪ ئي ويهڪ ۾ پڙهيو. ٻنپهرن جي ماني کائي پهرين غزل کان ويندي آخري غزل تائين ڪتاب پڙهندي مونکي ماني کانپوءِ نسوار ڏيڻ بہ وسري وئي ۽ آئون سمجهان ٿو ههڙا شعر پڙهندي اگر ڪو شخص ڪائنات جي وسعتن ۾ گم نہ ٿي سگهي تہ انهيءَ ماڻهو مٿان ڪانگن کي ڪان ڪان ڪرڻ جو پورو حق آهي.

اڳتريــــــون نــــــ بــــــدج وڻ ۾
رک پروســــــو ســــــــجڻ ۾

**جامد ۽ متحرڪ تخليقي قدر**

ڪڻ برش معصوم راڄ ننگر ڏي هلون نڪري
وينگس جا چُريون انگڙا ڪي سونهن پڙا ناهيون

اسان ڪي سفر جو سنيهو مليو
پٺائي پڙهيوسين جڏهن پي ميان

چوڪريءَ ڪي عشق جو درياه هو
منتظر ميهار ليڪن ڪونه هو

"سنڌي شاعري مقام پر پهتي آهي" انهي فتوي ڪي رد ڪندي، ويهين صديءَ جي سنڌيءَ شاعري وٽ ڪهڙا موضوع هئڻ گهرجن؟ آئون انهيءَ بحث پر به نٿو پوڻ چاهيان پر آئون اهو ضرور چوندس ته ويهين صديءَ جي سنڌي شاعري پر مهڙيون سٽون نه هونديون ته اها انهيءَ اداس چوڪريءَ جهڙي هوندي جنهنجو پرس خودڪشي لاءِ گڏ ڪيل گورين سان پريل هوندو ۽ ڪنهن به متوقع موقعي تي هُوءَ انهن مان هڪڙي گوري به ضايع ڪرڻ نه چاهيندي پر جي مهڙيون سٽون سندس روح جي ترجماني ڪنديون ته يقينن هُوءَ پيهر زندگي ڏانهن موٽي ايندي.

هن جي نيڻن پر اجا تائين اهو منظر هيو
آجيان پر مون اڃي هن لئه ڪوليو در هيو.

ڏيئن سان رات پاري، جهولن سان ڏينهن گهاري
موتڻ جا پل اوهان جا هڪ هڪ ڪري ڳڻياسين.

سائل جي شاعري جنهن معنويت سان تمتار آهي. اها معنويت مونکي اجازت نٿي ڏي ته سندس مختلف سٽون ڪٽي وري ان جي نثر پر تشريح ڪريان ۽ پوءِ ان ڪي اپياس يا تجزيي جو نالو ڏيان مون ته بس شاعراڻ اک سان سندس شاعري

**جامد ۽ متحرڪ تخليقي قدر**

پڙهي ۽ پيتي آهي ۽ ان ۾ جيڪا آرت آهي اها بيان ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي اٿم ۽ سريئلزم يا پوسٽ ماڊرن ازم جهڙيون ڳوڙهيون ڳالهيون ڪري انهيءَ شاعري کي چڪيا تي نٿو چاڙهڻ چاهيان جيڪا دل مان ڦٽي نڪتي آهي ۽ رُهيءَ واري مينهن جيئن مسلسل مون مٿان وسي رهي آهي

يــادگيريون ســيڻ آهــن گــودڙيءَ ۾
يــا تــه ڪــنهن جـا نـيڻ آهـن گـودڙيءَ ۾

"چاهـڻ جـوڳي يـاءِ تنهنجـي گـودڙيءَ ۾؟"
سُــور صــدما پـيڻ آهــن گــودڙيءَ ۾!

عشـق جــي ڪــائي حــد ئـي نــاهي
تنهنجــي نيــڻن وانگــر ســائين!

پنهنجــي منــزل ۽ پنهنجــو پنــڌ آهــي
ســاڻ ڪــوئي هلــي تــه چــا جــي لاءِ!

مونکي ذهن و گمان ۾ ئي ڪونه هو ته آئون سائل جي شاعريءَ تي پيار واري نظر جي پڄاڻي ان شعر سان ڪندس جيڪو غلاميءَ جي گار کي ساساهي ويندڙ دانشورن جي نظر ۾ هڪ سياسي حادثو واقعو يا غير سياويڪ نتيجو هوندو پر سائل جيان مونکي به يقين آهي ته



**جامد ۽ متحرڪ تخليقي قدر**

# گيتن ۾ وڃائجي ويل روح جي ڳولها

هي دؤر جنهن ۾ ماڻهو پنهنجي اڪيلائي ۾ جيئي ٿو پاڻ سان وڙهي ٿو، پاڻ سان پرچي ٿو ۽ جيڪي ماڻهو پاڻ سان نٿا پرچن اهي ماڻهو يا ته ٽُٽي پون ٿا يا شاعري کين پنهنجو ساٿ آڇي ٿي. شاعري جنهن جا ڪمال به پنهنجا آهن ته اها پنهنجا عجيب زوال به رکي ٿي. هن اشتهاري ۽ ادبي وڏيرائپ واري دؤر ۾ جڏهن شاعري جو وڏو حصو ڪمرشل ٿي ويو آهي ۽ فيس بڪ ڪا اوطاق ناهي رهي ۽ هڪ دائيءَ وارو ڪردار نڀاهي رهيو آهي ۽ شاعر جمندي ئي پنهنجي معيار ۽ معتبرائپ جي ٻولي ٻولين ٿا انهيءَ ٻوڙ ٻوڙان واري دؤر ۾ ڪجهه شاعر ويهي ساهي به پٽين ٿا ته ڪنهن وڻ جي هيٺان ڇانوَ ۾ ويهي اهڙا به گيت لکن ٿا جيڪي پوڙهائپ کان ڪافي پري بيٺل آهن ۽ انهن کي ڪنهن به سلاجيتي جي ضرورت ناهي پوندي. اهڙن شاعرن ۾ اسان جو هي يار ڪوي خاصخيلي به شامل آهي.

ڪويءَ جي جيڪا شاعريءَ سان ڪمٽمينٽ آهي اها دائمي به آهي ته ڏيمي به آهي ڇو ته پنهنجي جوهر ۾ هي اهڙي حسناڪي رکي ٿو جنهن جي گهُر ڪانئس سندس شاعري ڪري ٿي. هن وٽ نواڻ يا انوکائپ آهي يا نه انهيءَ جو فيصلو مون کي نه نقادن کي ڪرڻو آهي جيڪي نظرين جي اوٽ وٺي شاعريءَ کي دريافت ڪندا آهن. ڪويءَ وٽ خواب پڪي ٿي اُڏن ٿا. يا درد روح کي روشن رکي ٿو سندس اهڙيون ترڪيبون ۽ استعارا خيال کي سگهه ته ڏين ئي ٿا پر لفظن کي به معنيٰ کان محروم نٿا ڪن. مثال طور آئون سندس نظم جون هي سٽون ڏئي سگهان ٿو

منهنجــــو درد آ ڳــــوٺ جــــي نـــــاني
جيڪـــا رلــيءَ ۾ ســـاهه سُـــبي ٿـــي
هـــن جـــا هـــٿ بـــه ٿـــڙڪن پيـــا ٿـــا
هـــن کـــي هـــر هـــر سُـــئي چُڀـــي ٿـــي.

موجوده سماجي لاڙا ۽ اسان جا آهستہ آهستہ تباھ ٿيندڙ مثبت سماجي قدر هن جي شاعريءَ جا اهڙا مکيہ موضوع آهن جن تي ڳالهائڻ نہ پر سوچڻ جي ضرورت آهي، ڇو تہ اها اذيت هر اهو ماڻهو برداشت ڪري ٿو جيڪو پنهنجي حساس پڻي جي ڪري پنهنجو سڪون وڃائيِ ويٺو آهي. ڇا موجوده سنڌي شاعري سڪون کان محروم اهڙن ماڻهن کي پناھ ڏيندي رهندي يا انهن منفي قدرن خلاف مزاحمت بہ ڪندي؟ گهٽ ۾ گهٽ ڪويءَ جي شاعري اهڙن هاڃن تي سروائيونتي ڪري

خوشـــي بيمـــار بـــدن آ چـــڻ
وطـــن جـــي ويـــس ڪـــاري ۾
وســـي ٿـــي مـــاڪ اکـــڙين مـــان
ڳـــل جـــي مظلـــوم پـــاڙي ۾
وجـــي ڪـــنهن بـــاک ســـان ملجـــي
ســـچو بـــس ســـحر ٿـــي ويجـــي

شاعري جيڪا پنهنجي دؤر جي دانهن ناهي، پنهنجي ديس جي درد کان وانجهيل آهي، پنهنجي ثقافتي روايتن کان دور بيٺل آهي، ان جو حال ۾ ڪهڙو سماجي ڪارج آهي يا مستقبل ۾ ان جي ڪيتري اهميت هوندي؟ اهو هڪ اهڙو سوال آهي جنهن جو جواب اسان جا مانوارا نقاد بہ ناهن ڏئي سگهيا. اهي تہ بس مختلف تنقيدي نظرين تائين محدود ٿي ويا آهن ۽ پنهنجي مخصوص ڪسوٽيءَ تي شاعري کي پرکي ٻُت ٺاهڻ ۽ ڀاهڻ جي ڏنڌي ۾ مگن آهن. آئون جڏهن ڪويءَ جي شاعري ٿو پڙهان تہ هو مونکي رڳو زلفن جي زنجيرن تائين محدود نظر نٿو اچي پر هن وٽ اهو ڪرب بہ آهي جنهن مان هيءَ غلام قوم مسلسل گذري رهي آهي.

اوهـــين ڇيـــرن جـــي ڇـــم ڇـــم جـــا
وڏا وينجهـــار ڪـــي آهيـــو
اوهـــان زلفـــن زنجيـــرن ۾

صـــفا گرفتـــار ڪـــي آهيـــو
اســـين بـــس ســـرمدي آهيـــون
اســـان جـــو عشـــق اٿيءَ ســـان آ
اچـــو مخـــدوم ڏي موٽـــون
سُـــتل هـــن قـــوم ڏي موٽـــون

ڪويءَ جو شاعراڻو پورهيو پارنهن نظمن جي صورت ۾ مون وٽ پهتو آهي انهن نظمن ۾ پريمءَ جي چلي جو به ذڪر آهي ته انهن ۾ چيرن جي چمڪڻ جا راز به سلجهايل آهن پر هُو پنهنجي شاعريءَ ۾ ڪٿي به پنهنجي ديس کي ناهي وساري سگهيو. ديس جي هر ڏک تي هن جو نظم ڳوڙهو ٿي ڳڙيو آهي.

منهنجـــو درد ســـنڌ ســـڄي آ
جـــنهن جـــو جـــوين اجـــڙي ويـــو آ
مـــون ۾ دراوڙ ڪونـــــ رهيـــو آ
مـــون کـــان ماضـــي وســـري ويـــو آ

ڪويءَ حقيقت نگاري جو شاعر آهي يا غير روايتي شاعر آهي اهي ٻئي ڳالهيون مون لئه ان ڪري اهميت نٿيون رکن جو آئون سمجهان ٿو هن شاعريءَ جي ويزن Vision کي اڃان مڪمل ناهي سمجهيو. بنيادي طور هي رومانوي شاعر آهي ۽ جي ڪو رومانوي شاعر روايتي ٿي وڃي يا حقيقت کان اکيون چورائي انڪاري ٿي بيهي تڏهن به هندس شاعراڻه سگهه انهن ڪمزورين تي قابو پائي وٺي ٿي ۽ ان حوالي سان ڪويءَ جي شاعري ڪيتري سگهاري آهي انهيءَ جو فيصلو مون کان وڌيڪ ايوب کوسو ڪري سگهي ٿو ڇو ته ان جي تخليقي رياضت جي چوڌاري سنڌ جي نئين نسل جا سوين شاعر گردش ڪن ٿا ۽ انهيءَ اپنايل اجتماعي اسڪول آف ٿاٽس کي خود ايوب ڪيئن ٿو قبول ڪري اهو سندس ذاتي مسئلو آهي جنهن ۾ ڪا به

**جامد ۽ متحرڪ تخليقي قدر**

دخل اندازي نہ ڪندي اسان ڪويءَ جو هي ستون پڙهون ٿا جن ۾ ايوب کوسي جو رنگ بلڪل نمايان آهي.

ڪٿــي ٿــا گــل تــڙن هتــي
رڳـــو ٿيـــون وحشـــتون ڪهلـــن
ڪٿــي ٿــا چــپ ڪچــن هتــي
رڳـــو ٿيـــون بندشـــون هلـــن

سنڌ ۾ آرٽ جي جيڪڏهن ڪا صنف ڪچي مال جو ڏيکاءُ ڏيندي آهي تہ اها شاعريءَ آهي سنڌ جي نئين ٽهي مختلف مرحلن ۾ ڳوڙهن تجربن مان گذرڻ بجاءِ فڪري سطح تي ڪمزورين جو شڪار رهندي بہ نيس بڪ اچڻ ڪانپوءِ جلدي جلدي مٿي ايرڻ واري ڊوڙ ۾ شامل ٿي ويئي آهي ۽ انهن جي موڳائي سندن ڊوڙ مان واضع ٿي ويندي آهي چو تہ لفظن جي اجائي ڀرتي, پيشڪش جو ڪمزور انداز, مختلف استعارن کي سهي طريقي سان استعمال نہ ڪرڻ ۽ اسلوب جي هڪجهڙائي ڪري انهن سيڪڙات شاعرن سنڌي شاعريءَ کي ڪل جوڳو بنائي ڇڏيو آهي مونکي افسوس آهي آئون ڪڏهن انهن شاعرن ۾ پنهنجي يار ڪويءَ کي بہ ڏسندو آهيان.

اڏاٽـــــي خـــــاڪ مقتـــــل ڏي
مگـــر ڪـــنهن جـــاڳ جـــو پـــاڇو
اکـــين جـــا خـــواب چيـــڙي تـــو
اســـان جـــا چـــاڳ پيلـــي ســـي
صـــبح جـــا نـــيڻ ڪيـــڙي تـــو
ملـــڻ جـــي مُنـــد ميلـــي آ
مگـــر هـــيءَ دل اڪيلـــي آ

شايد ازرا پائونڊ ئي چيو آهي "شاعري پاڻ سان گڏ گهاڙيتو به کڻي ايندي آهي" اگر انهيءَ ڪسوٽيءَ تي ڪويءَ جي شاعري پرکينداسين ته محسوس ٿيندو ته هن لتاڙيل گسن تي سفر ڪري گهاڙيتن کي شاعريءَ تي قابض ٿيڻ جا اختيار ڏيئي ڇڏيا آهن ۽ بين جي اطاعت قبول ڪري پنهنجي شاعريءَ اڳيان بند ٻڌي ڇڏيا آهن تڏهن ته سندس شاعري جا موضوع محدود ۽ مخصوص دائرن ۾ قيد آهن. ڪويءَ کي پنهنجي انفرادي سڃاڻپ پيدا ڪرڻ لاءِ فيس بڪ جي واهه واهه يا ادبي ٻيين کان پاڻ بچائي پاڻ کي مطالعي ۾ مصروف رکڻ سان گڏ خلوص سان ڪيل تنقيد تي به ڌيان ڏرڻو پوندو (سنڌي ادب ۾ اڄڪلهه تنقيد دشمني جي زمري ۾ شامل ٿي ويئي آهي) اگر هي اهڙي واهه واهه ۾ ڦاٿل رهيو ته پاڻ کي شاعرن جي پيڙ ۾ گم ٿيڻ کان بچائي نه سگهندو.

سـکل وڻ جـا پتـا آهيـون
ڇڻـون ٿـا روز پـن ڇـڻ تـي
اسـان کـي روز ڏنگينـدي آ
اوهـان جـي يـاد هـڻ کـڻ تـي.

سندس اهڙيون روايتي ۽ بار بار ورجايل سٽون. استعارا ۽ ڇپاڙيل اسلوب وقت جي دز ۾ گم ٿي ويندا ۽ سندس ادبي نالو (ڪويءَ) پڻ مستقبل ۾ ڪيس هڪ ڪويءَ جي سڃاڻپ ڏيڻ کان نابري واري ڇڏيندو. مونکي اميد آهي ته منهنجو يار ڪويءَ خاصخيلي منهنجي ڪيل تنقيد کي دشمني جي زمري ۾ نه وٺندو هونئن به ڪويءَ پنهنجي ذاتي سڀاءَ توڙي مزاج ۾ هڪ اهڙو شخص آهي جيڪو پنهنجي روپي سان دليون خريد ڪرڻ جو فن ڄاڻي ٿو ۽ سندس ذاتي زندگيءَ ۾ سندس شاعرانو لهجو ڪنهن کي به دوست ناهيندي دير ناهي ڪندو. منهنجي دعا آهي ته ڪويءَ دلين ۾ ولولو پيدا ڪندڙ اهڙي شاعريءَ جو تخليقڪار ٿي اڀري جنهن جو لهجو نه فقط سندس پنهنجو هجي پر مستقبل ۾ سندس سڃاڻپ به ثابت ٿئي ۽ انهيءَ باهه جو رکوالو ٿئي جنهن جو ذڪر رسول حمزاتوف ڪيو آهي.



نوجوان شاعر اشرف پلي جي ڪتاب "جوين ڀريان ڏينهن" جو اڀياس

# آئون جا نينهن ڪکي آهيان

ڏور جزيرا ڳولهڻ جي جستجو فقط قابض قوتن کي ناهي هوندي اهي دليون به جزيرن جي ڳولها ۾ نڪرنديون آهن جن کي نيرو نڀ پاڻ ڏانهن سڏيندو آهي. جن کي رقص ۾ خلل ناهي وڻندو يا جن کي اهي چوڪريون سمجهي ناهن سگهنديون جيڪي ضرورت کان وڌيڪ حسين هونديون آهن. عمرڪوٽ کان ڪنري تائين ايندي جڏهن مون اشرف پلي جو ڪتاب ڀريون پيرو پڙهي پورو ڪيو ته مون کي لڳو ته اشرف به انهيءَ جزيري ڏانهن پنڌ پيو آهي ۽ هو بيڙي ساڙڻ جي بجاءِ انهيءَ جا پڳهه ساڙڻ جو سوچي سفر تي نڪتو آهي اهو سفر جيڪو اشرف پنهنجو پاڻ کان شروع ڪيو هو ۽ هاڻ ڪيئي ڪائناتون هن سان سفر ۾ گڏ آهن. انهيءَ سفر ۾ هن پاڻ کي وائڙن جيان وڃايو ته ناهي پر ڪيس اهو احساس ضرور آهي ته:

توئي جر تي ڏيئا آهن ها پر تنهنجا ليئا ناهن
پُور پتڻ جو ساڳيو ناهي ساحل هوڙها سوچيندا

اشرف جو هي ڪتاب مون هڪ ٻه پيرا جڏهن به پڙهيو آهي ته سفر ۾ ئي پڙهيو آهي تڏهن ته سندس سوين سٽون انهيءَ مصور مسافر جيان محسوس ٿيون آهن جيڪو پنهنجون تصويرون وڪرو ڪرڻ بجاءِ انهن کي وڻن هيٺان رکي اڳتي وڌي وڃي ٿو جتي رسمن جا ٿڪل واٽهڙو ڪجهه پلن لاءِ ڍابو ڪندا آهن ۽ جڏهن سندس هڙ تصويرن کي خالي ٿئي ٿي ته هُو برش ۽ ڪئنواس خريدڻ لاءِ پنهنجي هٿ جون پنج ئي آڱريون ان ڪري نٿو وڪڻي جو اهي پنهنجي رت ۾ ٻوڙي انهن ماڻهن جي منهن تي هڻڻ ٿو چاهي جيڪي انهن تصويرن ۾ لڪل احساس يا ته سمجهي نٿا سگهن يا انهن کان آجا آهن. ڳالهه سفر جي ڀيٽي هلي ته آئون به اهو ٻڌائيندو هلان ته مون کي خبر ناهي ته ڪيس هڪ نظم لکڻ کان پوءِ ايندڙ نظم جو

**جامد ۽ متحرڪ تخليقي قدر**

اوسيڙو رهي ٿو يا نہ پر مون محسوس ڪيو آهي تہ هن جي دل انهيءَ اجنبي چوڪريءَ جيان ضرور سوچيو آهي جيڪا اڪيلي دنيا جي سفر لاءِ سائيڪل تي نڪتي آهي ۽ پنهنجو ٺڪ هر انهيءَ شهر ۾ لاهي ٿي جتي هن محسوس ڪيو آهي تہ جڻ هن ئي شهر کان ڪيس سفر جي ابتدا ڪرڻي آهي:

سڪ هڪڙي چڪ آهي چا تہ چا چوليو ڇڏي

خوب روڪيون ٿا مگر روح کي روليو ڇڏي

ڇئو ڪڏهن روڪي سگهيا سمنڊ کي ساحل پرين

دل تہ آهي دل پرين!

اشرف جي شاعوي هن زوال پذيرمعاشري ۾ جيڪو هڪ ساجاھ وند شخص جو ڪرب آهي نہ فقط ان کي اظهاري ٿي پر انسان جي اعليٰ قدرن جو تعين ڪري ان ماڻ جو بہ ڏسي ٿي جتي پهچڻ جي جستجو ڪندي سماج جا ناڪارا فرد بہ پنهنجي ڪارج جو جائزو وني اڳتي وڌن ٿا. اها جستجو فرد کي پاڻ مان ٻاهر ڪڍي اجتماعيت جي معنيٰ ھڏائي ٿي.

اشرف جي شاعري پنهنجا جواز پاڻ ڳولهي لهي ٿي چو تہ هي معاشرو جتي شاعري جي نقادن جي جي بيگهي متل آهي انهن جي تنقيد تہ بلاجواز آهي پر تعريف ڪرڻ جا هنن وٽ صوين جواز آهن ان ڪري ئي اشرف پنهنجي شاعري جا سيئي سبب بہ پنهنجي شاعري ۾ پوشيده رکيا آهن. هاڻ جيڪڏهن ڪير انهن تائين نئو پهچي ۽ پاڻ تي نقاد جو ليبل بہ چنبڙايو هلي تہ اهو مجموعي طور سنڌي شاعري جوئي الميو آهي

مستقبل جو چنڊ پلا ڪنهن جي بک مٽائي ٿو

يا ڪو صحرا مين جي ڪنهن ڪنهن ورنائي ٿو

۽ هن روپلي ڪولهي جيئن تاريخ نئين ڪو ناهي ٿو

يا ڪو گهوٽ بلاول جيئن ريتو رت ڇڻيندو آهي

اڳتي ڇاليا ٿيندو آھ

## جامد ۽ متحرڪ تخليقي قدر

اشرف پنهنجي شاعري وسيلي انهيءَ سوال کي بہ اڳتي وڌائي ٿو جنهن جو جواب انسان تڏهن ڳولهڻ لڳي ٿو جڏهن هو حقيقتن کي سمجهڻ لاءِ حيرتن کي پاڻ ۾ داخل ٿيندي ڏسي ٿو. حقيقتون ۽ حيرتون توٽي جو پور و چوٽ آهن پر انهن جا چيڙا هن ڪتاب پڙهڻ کان پوءِ مون کي تہ هڪ ٻئي ۾ گم ٿيندي محسوس ٿين ٿا:

اسانجي آڳرين آهي اٿيو تن کي وڇوڙن ۾
چُنبي تي چٽ جيئن ڏينهڙا اسان ڏي پورجي آيا.
وڇوڙن جون سيئي گرميون اسان برسات جيئن پانيون
سپيئي غم جڏهن جانان اوهان سان اورجي آيا.

اها تشنگي جيڪا هڪ فنڪار کي پنهنجي اپورنتا جو احساس ڏياري ٿي. آئون سمجهان ٿو اها ڪيس اهڙي دنيا سان بہ واقف ڪرائي ٿي جتي هو پلڻ کي ڳولهڻ چاهي ٿو. اشرف جا اڪثر نظم بہ اهڙي ڳولها واري عمل ۾ رڌل آهن. اُهو اُن ڪري بہ جو اهي پنهنجون مسافتون توهان سان شيئر ڪري اشرف لاءِ پاڻ سان بحث جو موقعو فراهم ڪن ٿا اهو بحث هڪ هنڌ بيهي نٿو رهي. اشرف جون سوين سٿون اشرف جو پاڻ سان ڪيل بحث جون گواهہ آهن:

اي عمر توکي منهنجي يادن چڏيو آهي جيتي
تڙ تڙ تي پيچرن تي ليڪيا مون پير تنهنجا

نڪا هئي سئي نڪو ساڪو نہ ئي تو ساڻ ڪو ناتو
پلا پوءِ چو سڳا دل جا اوهان ڏي سورجي آيا

اشرف جڏهن اها ڳالهہ ڪري ٿو تہ:

عمر جي بي نيازي جو نمايان هڪ ليئو آهي
محبت ڀاڻري ۾ چند گلن جو مرثيو آهي

تڏهن هن وٽ ان ڳالهه جا سبب به آهن. بيچيني هن جي اندر کي پنهنجي لپيٽ ۾ آڻي ٿي ڇڏي ۽ هو تخليق جي عمل لاءِ پاڻ کي آزاد محسوس ڪندي هڪ اهڙي راهه تي سنبري ٿو جتي مهڙيون ستون سندس آجيان ڪن ٿيون:

چنڊيندو چڙيندو رهيو وقت توکي
نئين سر اڏيندو رهيو وقت توکي
نهائين نه نينهن جي مليئي مهل تي
گهڙي جيئن گهڙيندو رهيو وقت توکي

اشرف جي هن ڪتاب جو مهاڳ سنڌ جي گهڻ پڙهيئي نقاد اڪبر لغاري لکيو آهي. سندس نثر تي لکيل تنقيد ته ڏاڍي جامع ۽ صحتمند هوندي آهي پر مون کي ساڻس شڪايت آهي ته هو نظم تي تنقيد مهل شاعري کي بس هڪ WAY يا پنهنجي هڪ مخصوص رخ ۾ ڏسندو آهي (شيخ اياز تي لکيل سندس ڪجهه تنقيدي مضمون ان جو مثال آهي) ۽ جڏهن ڪنهن شاعريءَ کي پنهنجي مخصوص نمبر واري عينڪ سان ڏٺو آهي ته ان جون اهي خوبصورتيون يا خاميون ڪيس نظر نه آيون آهن جيڪي ان ۾لڪيل هونديون آهن. شاعريءَ تي تنقيد لکڻ/ڪرڻ مهل نقاد کي پنهنجي اها مخصوص عينڪ ٽيبل/اسٽيج تي لاهي شاعري کي شاعر واري عينڪ سان ڏسڻ گهرجي ۽ پوءِ جيڪي ڪوتون ڪيس نظر اچن انهن تي لکي/ڳالهائي.

بي ڳالهه ته ڌرتي جي هر خطي جون پنهنجون ڌار ڌار روايتون ۽ ڪلچر آهن ۽ شاعري به انهن جا اثر قبول ڪندي آهي ڇو ته شاعري جو جڙون به انهيءَ ڌرتي انهيءَ جي ثقافت ۽ ڪلچر ۾ کتل هونديون آهن. هر ڌرتي جي شاعري بين بولين جو اثر ته وٺندي آهي پر جيڪڏهن اها مڪمل انهيءَ رنگ ۾ رڱجي وڃي ته ان کي خلا ۾

ڪيل شاعري ئي چئي سگهجي ٿو ۽ هتي آئون معذرت سان سنڌ جي ڪافي نقادن لاءِ به خلا ۾ ڪيل تنقيد واري اصطلاح به استعمال ڪري سگهان ٿو. اسان جا گهڻا نقاد (آئون انهن ۾ اڪبر لغاري کي شامل نٿو ڪريان) ٻاهرين ادب جي گهڻي مطالعي جي اثر هيٺ اچي پنهنجي ادب جي شاعريءَ کي ان زاويي سان ڏسندا ۽ پرکيندا آهن. مثال طور اسان شيخ اياز جي ڪنهن بيت کي ٽي ايس ايليٽ يا رابرٽ فراسٽ جي سانيٽ يا نارائڻ شيام جي ڪنهن هائيڪي کي باشو يا بوسن جي هائيڪي جي پس منظر ۾ پرکينداسين/ڏسنداسين ته اها پرک ڪنهن مشڪري کان گهٽ نه هوندي. فنون لطيفه جي ٻين صنفن سان گڏ شاعري به سڄي دنيا جي ماڻهن کي هڪ ٻئي جي ويجهو آڻڻ، انهن جا درد، خوشيون ۽ ڪلچر کي سمجهڻ ۾ وڏي مددگار بڻي آهي. سو مون کي ٻاهرين شاعري جي اهميت يا ان جو اثر قبولڻ کان قطعي انڪار ته ناهي پر شاعري پنهنجي ڌرتي تي ساهه کڻندي نظر نه اچي ته ان کي ڪو به جٽاءُ يا بقا ناهي (اها ساڳي ڳالهه آئون تنقيد لاءِ به ڪري سگهان ٿو) ها سو مون ڳالهه پئي ڪئي ته اشرف پلي جي هن ڪتاب جو مهاڳ سنڌ جي گهڻ پڙهيئي نقاد اڪبر لغاري لکيو آهي. آئون چاهيان ٿو ته پنهنجي هن مضمون جي پڇاڙي، مهاڳ جي پڇاڙي ۾ لکيل اڪبر جي هنن سٽن سان ڪريان.

"اشرف جي شاعري کي سرسري طور پڙهي اڳتي وڌڻ ڏکيو ڪم آهي، سندس حسين ادائيگي ڏاوڻ وجهيو ڇڏي ۽ ماڻهو اک ڇنڀ ۾ تخيل جي طلسمي دنيا ۾ پهچيو وڃي. اسان جو هي شاعر اڃا نوعمر آهي تنهن ڪري ڪارل يونگ جي چواڻي وانگر هن جي وجود جون حدون وسيع ٿي رهيون آهن هن عمر ۾ وکرڻ، ٽٽڻ ۽ پکڙڻ سنو لڳندو آهي ليڪن چاليهه سالن جي عمر کان پوءِ نئين سر جڙڻ ۽ پنهنجو پاڻ کي سميٽڻ جو شعور بيدار ٿيندو آهي. خوشي جي ڳالهه اها آهي ته سندس ٽٽڻ واري دور جي شاعري ايتري شاندار آهي ته سندس جڙڻ راس ٿيڻ کان پوءِ واري شاعري يقينن ڪمال جي درجي تي پهچندي، خدا ڪيس حوصلو ڏي.



جامد ۽ متحرڪ تخليقي قدر

# سُڌ وڃائي سُرندو سوريان

اهو 1992ع جو سال هو، آئون ۽ منهنجا دوست، منظور سمون، شاهد حميد ۽ امين ميمڻ سنڌي ادبي سنگت جي ڪلاسن ۾ نوان نوان اچڻ لڳا هئاسين. سنگت جي ڪلاسن ۾ ڪنول لوهاڻو عثمان راهوڪڙو اشوتاما، سائين عبدالحڪيم هاليپوٽو ۽ سائين يوسف سنڌيءَ جهڙا سينيئر دوست به ايندا هيا. "سنگت" جي ڪلاسن کان پوءِ اسان چارئي ڄڻا ڪنهن ڪٽل هوٽل تي چانهه جي اڌڙن جي عياشي به ڪندا هئاسين ته گڏجاڻيءَ ۾ ٿيندڙ تنقيد تي تبصرا به ڪندا هئاسين. اسان جو ڇيڳرو دوست منظور سمون، سينيئر دوستن جي هوبهو اهل ڪري، ڪلائي ڪلائي پيٽ ۾ سور وجهي ڇڏيندو هو. عجيب دور هو اهو لتي جي نه ايري جي، بس رڳو لک لکان تي زور هوندو هيو. منظور "سنگت" جي ڪلاسن ۾ آهستي آهستي پنهنجي منفرد ۽ مزاحيه طبيعت جي ڪري سينيئر دوستن کي به سنهي سنهي ٽوڪ هڻي ويندو هو. سنگت جا ٻيا سينيئر دوست پوءِ به ڪڏهن حجاب يا احترام جي دائري ۾ هوندا هيا پر "سنگت" جو هڪ سينيئر دوست، منظور جي انهن ڏيل چرچن تي ڏاڍو محضوظ ٿيندو هو. هُو احترام جي حدن ۾ هوندي به اسان کي پنهنجو پنهنجو محسوس ٿيڻ لڳندو هو. منظور جي ڪنهن ڇيڳرائيءَ تي چوندو هو "بابا! جواني، نئون رت آهي، پلي مستيون ڪن پنهنجي وقت تي پاڻهي سنجيده ٿي ويندا". اسان جي الهڙ وهيءَ جي انهن چريائين کي سمجهي سگهندڙ "سنگت" جو سينيئر ميمبر دوست سائين يوسف سنڌي هو. سائين يوسف بظاهر ته ڏاڍو سنجيده، رکو ۽ بردبار نظر ايندو هو پر آهستي آهستي جيئن جيئن هن جي طبيعت جا اسان تي راز کلندا ويا ته مون نوٽ ڪيو ته "اڙي هي ته صفا درويش دل ماڻهو آهي ۽ هن جي دل ۾ اهو نوجوان اڃان جيئرو آهي، جيڪو اسان سان گڏ کلڻ ۽ ٽهڪ ڏيڻ چاهي ٿو يا مينهن جي موسم ۾ خان شاهه وارو روڊ ڏيئي گُهند وارن ملاحن تائين اسان سان گڏ برسات مان enjoy ڪرڻ چاهي ٿو". سائين يوسف جيڪو تمام ٿورو ڳالهائو ماڻهو هو/ آهي، پر پنهنجي مخصوص مرڪ سان ڪا اهڙي گهري ڳالهه ڪري ويندو هو جو اسان ڇيڳرا ڪافي دير ان تي سوچيندا رهجي ويندا هياسين. سائين يوسف ان دور ۾ اسلاميه ڪاليج بدين ۾ پروفيسر هو هڪ سينيئر استاد هئڻ

ڪري اسان سنڌس عزت ۽ ڪندا هئاسين ته ڪيس پنهنجي دوستيءَ جي ڏاڍي پر ڀرپور هڏل محسوس ڪندا هياسين.

سائين پنهنجي وسيع مطالعي آڌار دنيا جي ادب جا حوالا ڪچهرين ۾ ڪٺي ايندو هو سائين نه فقط علمي، ادبي پر اخلاقي حوالي سان به اسان جي تربيت ڪئي ۽ سنڌي ادبي سنگت"ٽنڊوباگو جيڪا انجهاني سائين نٿو مل موروانيءَ جي ڪوٺ ڪي شدت سان محسوس ڪري رهي هئي، سائينءَ ان ڪوٺ کي پورو ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ان دور ۾ ساس ٽنڊوباگو جون گڏجاڻيون مير غلام محمد خان ٽالپر لائبريري ٽنڊوباگو ۾ ٿينديون هيون ۽ گڏجاڻيون مير غلام محمد خان ٽالپر لائبريري ۾ ٿيڻ ڪري اسان ڪيستي شاعرن جي نظر ۾ "ليبارٽري وارا شاعر" هئاسين پون گڏجاڻين ۾ پنهنجي شاعري سان گڏ ڪهاڻيون به ڪٺي ايندو هو سنڌس هڪ ڪهاڻي "موت جو ڪال ديوتا" سچ ته مون کان اڄ تائين ناهي وسري سگهي. سائين پاڻ به ڪيترين ئي ڪهاڻين جو تخليقڪار آهي، پر سنڌس ڇپريون مجموعو "گهوري، گهاگهر ۽ گوندر" عالمي ادب جي چونڊ ڪهاڻين جي ترجمي تي مبني آهي، جيڪو 1985ع ۾ ڇپيو. پاڻ ڪرشن چندر جو هڪ ناوليٽ "برهم پترا" به ترجمو ڪيائين ۽ سنڌس شعري مجموعو "سنڌري، سپنا ۽ صليب" جي نالي سان 1986ع ۾ ڇپجي چڪو آهي. ان کان علاوه هڪ سفر نامو، خاڪن ۽ خطن جو ڪتاب ۽ مختلف موضوعن تي لکيل انيڪ مضمونن جو ڪتاب به ڇپائي جي انتظار ۾ آهن. سائين جي شاعري پنهنجي ڌرتيءَ، پنهنجي مٽي ۽ سماج جي دردن جو نه فقط عڪس آهي پر اها واٽ، اهو ڏس به ڏيکاري ٿي جيڪو سماجي ناسورن کي ختم ڪري سگهي ٿو.

ايـــڏو تـــي نـــه اداس او ســـاٿي!

نيـــڻ تـــه بوهـــه ڀڄنـــدو

نيـــڻ تـــه ڏوهـــه ڏڪنـــدو

رات جـــو رولـــو رهـــزن

نيـــڻ تـــه ڦـــاهيءَ لٽڪنـــدو

نيـــڻ تـــه چنـــڊ چمڪنـــدو

رهنـــدي نـــاهي امـــاس

**جامد ۽ متحرڪ تخليقي قدر**

او ســـاتي! ايــڏو تـــي نــــ اداس

سائين جي رومانوي شاعري انسانن ۾ اهي احساس جاڳائي ٿي، جيڪي جوين جي چائنٽ اڪري آيل ڪو وجود پنهنجي دل ۾ محسوس ڪندو آهي ۽ هن وڏندڙ انتها پسنديءَ واري دؤر ۾ سائين جي دل ۾ اهي ڪوتائون جنم وٺن ٿيون جيڪي صدين کان سنڌ جي صوفين جي سچائيپ ٻڌيل آهن.

ڀڳـــوان منـــدر ۾ نـــاهي ميـــان
ڀڳـــوان انـــدر ۾ آهـــي
تـــون جـــا ڏوپ دکـــائين ويـنـــو
تـــنهن تپـــيا ۾ چـــاهي ميـــان
ڀڳـــوان انـــدر ۾ آهـــي

سائينءَ جي شاعريءَ جو دائرو فقط سنڌ تائين محدود ناهي، ان ۾ شتيلا ۽ صابرا جي مهاجر ڪئمپن ۾ رهندڙ فلسطينين جو درد بہ آهي، تہ ايٿوپيا ۾ ڏڪار ۾ مرندڙ ماڻهن جو نوحو بہ آهي، تہ ڪولمبيا ۾ آيل زلزلي کان پوءِ عالمي ضمير کي انهيءَ ڪرب کان آگاهہ بہ ڪيو ويو آهي، جيڪو بک، بدحالي ۽ بيماريءَ ۾ ڪولمبيا جا اهي متاثرين ڀوڳي رهيا آهن:

صابرا ۽ شتيلا
آيو ريبج ڌرتيءَ کي
ساوا گل ٿيا پيلا.
بم ڪريا بيروت
ماءُ مرن مقتل ۾
جڻي سودا سپوت.

**جامد ۽ متحرڪ تخليقي قدر**

اٺ عالمي ضمير!
ڪولمبيا جو انسان
تنهنجوئي خمير.

ايٿوپيا ايٿوپيا
پري نہ سگهي پيٽ کي
سيٺ جي بکيا.

باندي! توکي بند ۾ جيڏيون هٿڪڙيون
آزاديءَ گهڙيون، ايڏيون ايندڙيون اوڏڙيون

مشهور راڳي شاعر بنجمن مولائيز تي لکيل سائين پون جي نظم جو دائرو ايترو تہ وسيع آهي، جو دنيا جي هر مظلوم قوم جو اهو نہ فقط گڏيل مرثيو آهي، پر اُن ۾ جيڪو ڌرتيءَ خاطر پاڻ ارپڻ جو جذبو آهي ۽ ظالم قوتن خلاف ويڙهہ لاءِ هڪ اتساهہ هڪ پيغام ڏنو ويو آهي، ان ۾ ايڏي تہ آفاقيت آهي جو اهو ساري ڌرتيءَ جو هڪ گڏيل گيت ٿو محسوس ٿئي. هن طويل نظم جون آئون هتي فقط ڪجهہ سٽون ٿو ڏيان:

## ڪاري ڪارو نيارو ۾

توکي ڪڪوريل ۽ ڪجليون
اکيون ڏيڻ لئہ
وحشي هٿيارن
جي ڦٽيو مونکي،
تہ چاتي پيو
سينڌ تنهنجيءَ ۾
سندور پرڻ لئہ
مظلومن ۽ محڪومن کي

**جامد ۽ متحرڪ تخليقي قدر**

ارڏا ۽ اربيلا گيت ڏيڻ لئہ

خون جي منهنجو وهيو

تہ ڇا ٿي پيو.

سائين پون سنڌي پنهنجي هن ڪتاب ۾ شاعريءَ جي نَون صنفن تي طبع آزمائي ڪئي آهي. جيڪڏهن ڪٿي ڪٿي وزن بحر متاثر ٿيو آهي تہ سائينءَ خيالن جي قرباني ڏيڻ بجاءِ ردم کي ثانوي حيثيت ڏني آهي، سائين پون جي شاعري پڙهي مونکي اياز جي انهيءَ ڳالھ سان متفق ٿيڻو پيو تہ آرٽسٽ جي وابستگي رڳو پنهنجي آرٽ ۽ ڌرتيءَ سان هئڻ گهرجي ڪنهن فرد واحد يا جماعت سان آرٽسٽ جي وابستگي پنهنجي فنا جا رستا پاڻ ڳولهي ٿي. سائين پون جي شاعري توٽي ڪهاڻين ۾ بہ اسان کي هڪ باضمير آرٽسٽ نظر ايندو جيڪو بس پوري ڌرتيءَ جو آرٽسٽ آهي.

سون جي دُڪان تي مٿئين طبقي جو ماڻهو:

مان هي سون ڳِنان ٿو

وچئين طبقي جو ماڻهو:

مان سون ڳنڻ چاهيان ٿو پر

هيٺين طبقي جو ماڻهو:

آئون هي سون ڦرڻ چاهيان ٿو......

مستقبل جو انسان:

اڇو تہ هي سون ورهايون

جئين جڳ ۾ جهيڙو ئي نہ رهي. سائين پون جي هنن سٽن ۾ جيڪڏهن ڪنهن کي اشتراڪيت جي پروپيگندا يا نعري بازي نظر اچي ٿي تہ اُهو ان جو حق آهي، پر مونکي بہ اهو حق آهي تہ آئون ساڻس اختلاف ڪندي اهو چوان تہ اهو هڪ باضمير ليکڪ جو خواب آهي تہ دنيا کي هيئنئن هئڻ گهرجي.

مضمون جي طوالت جي ڪري آئون سائينءَ جون ڪافي خوبصورت سٽون نہ ڏيئي سگهيو آهيان. جيڪي مون مضمون لاءِ چونڊيون هيون پر آئون اُهو

ضرور چوندس تہ سائين يون پنهنجي شاعراڻي اسلوب ۾ ڪٿي شيخ اياز کان متاثر لڳي ٿو تہ ڪٿي وتس نارائڻ شيام جو رنگ بہ پسي سگهجي ٿو. جيڪڏهن آئون چوان تہ اياز ۽ شام کان هڪ جيترو متاثر ٿي سائينءَ هڪ ڪاڪٽيل سامهون آندو آهي تہ غلط نہ ٿيندو:

گونــــدر ســـپ گنـــوائي ويـــنگس
جـــــويـــــن منـــــڌ ملهـــــائي.

هئـــــ هئـــــ مـــــو کـــــي مـــــڌ
ڏاپـــــي ڏاپيـــــان ڪينڪـــــي

دل ٿي چوي تہ سائين يون جا نظم "آد جڳاد جو شاعر"، "رنڊي"، "پت جهڙ جي موت تي"، "پٿر جو خدا" ۽ "دهريو" بہ پنهنجي پڙهندڙن سان شيئر ڪريان، پر مضمون جي طوالت جي خوف کان پڄاڻي ۾ آئون صرف ائين چوندس تہ هن منافق ۽ مڪار دؤر ۾ سائين يون مونکي ذاتي طور اهڙو ماڻهو لڳندو آهي جيڪو جيئن پنهنجي اندر ۾ آهي ٻاهر بہ سندس اهڙو ئي روپ آهي. ڪير سندس باري ۾ ڇاٽو چوي؟ ڪيس ان سان ڪا غرض ناهي. 1994ع ۾ حيدرآباد شفٽ ٿي وڃڻ کان پوءِ اسان جيڪا ادبي ڪلاسن ۾ سندس کوٽ محسوس ڪندا آهيون، پاڻ هر ٽي چوٿين مهيني ٽنڊوباگو اچي انهيءَ کوٽ کي پورو ڪندو آهي ۽ پنهنجو وقت مٿن مائٽن يا وياجي واپارين سان گذارڻ بجاءِ منظور سمون ۽ اشتياق کٽي جهڙن نوجوانن سان گذاريندو آهي. ڇاڪاڻ تہ سندس وجود ڀلي سٺ سال عمر رکندو هجي پر سندس دل اڃا بہ نوجوان آهي. اها دل جنهن ۾ رڳو شاعري نٿي ڌڙڪي اها زندگي بہ ڌڙڪي ٿي جيڪا هڪ سچيت تخليڪار جي حقيقي سڃاڻپ هوندي آهي.



**جامد ۽ متحرڪ تخليقي قدر**

# ذات منهنجي تي لتاڙي ڪائنات

سچي ڳالھ اھا آھي تہ مون کي جيڪڏھن سيني ڪان ڪو مشڪل ڪم لڳندو آھي تہ اھو آھي شاعريءَ جي ڪنهن ڪتاب تي لکڻ/ڳالهائڻ ڇاڪاڻ تہ اڪثر ڪتابن ۾ وزن بحر هوندو آھي، رديف قافيہ هوندا آهن پر"شاعري" ڳولهي بہ ناهي ملندي. شاعريءَ تي ماڻهو تيستائين نئو ڳالهائي سگهي، جيستائين خود شاعري ماڻهوءَ سان نتي ڳالهائي ۽ جڏهن شاعري ماڻهوءَ سان ڳالهائڻ لڳندي آھي تہ ھي سارو سنسار، زندگي جا سارا روپ بہ ماڻهوءَ سان هم ڪلام ٿي ويندا آهن. ماڻهو زندگيءَ کي نئين سر سمجهڻ لڳندو آھي.

علي زاهد سان، علي زاهد جي شاعريءَ سان آئون پهريون ڀيرو تڏهن مليو هوس جڏهن "هزار داستان" ۾ سندس اهو غزل پڙهيم جيڪو سندس ڪتاب "ناچڻي" جي بلڪل شروعات ۾ ڏنل آھي.

موکيءَ وٽي وڏائي، درويش مسڪرايو
مخمور ٿي خدائي، درويش مسڪرايو.

موکي، جنهن لاءِ چيو ويندو آھي تہ اها متارن کي پياريندي هئي ۽ سندس مڏ جي ست متارا نہ سهي سگهيا ها. اها موکي جڏهن هڪ صوفي ۽ درويش کي پياري ٿي تہ شاعر کي نظر اچي ٿو تہ هيءَ ساري خدائي ڳڳاٽجي وڃي ٿي ۽ درويش مخمور نگاهن سان ساري خدائي کي مسڪرائيندي ڏسي ٿو اهو هڪ اڻ ڇهيو منفرد ۽ ايوب کوسي جي لفظن ۾ هڪ "ڪنوارو خيال" هو جنهن پهريون مون کي پاڻ ڏانهن متوجہ ڪيو ۽ پوءِ مون سان ڳالهائڻ لڳو ڪافي ڏينهن تائين ٽيل ان ڪچهريءَ ۾، مڏ، موکي، درويش، علي زاهد ۽ آئون رڌل رهياسين. ۽ هاڻ جڏهن سعيد سومري قرب ڪري پنهنجي اداري پاران تازا ڇپايل ست اٺ ڪتاب مون لاءِ موڪليا تہ انهن

ڪتابن مان مون پڙهڻ لاءِ جيڪو پهريون ڪتاب چونڊيو اهو علي زاهد جو "ناچڻي" هو. مون هيل تائين شاعريءَ جو ڪو بہ ڪتاب ترتيب سان شروع کان آخر تائين ناهي پڙهيو ۽ علي زاهد جو هي ڪتاب بہ وچان وچان پڙهندو رهيس سڀ کان پهرين سندس جنهن اسم منهنجو استقبال ڪيو اهو صفحي نمبر 73 تي سندس هي غزل هو.

تـي عمر وچـي هلنـدي پيـرا تـو پـريـا نـاهـن
مون جيئن تڪن تـولـئـہ هـي پـل چـريـا نـاهـن

۽ مون يڪدم ڪتاب نپي، فون ڪيئي "هُن" کي اهي سٽون ميسيج ڪري چڏيون. سندس هي ڪتاب پڙهندي آئون ان ۾ ايترو تہ محو ٿي ويس جو مون کي اهو ياد ئي نہ رهيو تہ مون کي هن ڪتاب تي ڪجهہ لکڻو بہ آهي ۽ هفتي کن کان پوءِ ٿيڻ واري مهورتي تقريب ۾ اهو پيپر پڙهڻو بہ آهي (۽ ڪجهہ مجبورين جي ڪري آئون سندس هن ڪتاب جي مهورت واري پروگرام ۾ شريڪ نہ ٿي سگهيس) ۽ هرون پرون ڪجهہ خاميون يا خوبيون ڳولهي ان تي ڊگهو بحث ڪري بہ ٿي پنا پرٽا بہ آهن پر سچي ڳالهہ اها آهي تہ مون کي رڳو ميار لاهڻ لاءِ ڪجهہ لکڻ فضول لڳو تنهن ڪري اهو ارادو ترڪ ڪري آئون شاعري سان ڪچهريءَ ۾ مصروف ٿي ويس چو تہ جڏهن شاعري مون سان ڳالهائي رهي آهي تڏهن آئون سندس ڳالهين کي نظرانداز ڪري پنن جو پيٽ ڀرڻ لاءِ پنهنجي ڊائريءَ مان بودليئر، ڪولرج يا ٽي ايس ايليٽ جا حوالا ڪيئي انهن آڌار ويهي علي زاهد جي شاعريءَ کي پرکيان، ڪنهن ماهر نقاد وانگر چشمو لاهي ٽيبل تي رکان پين وات ۾ وجهان وري چشمو پايان. اها پريڪٽس ڪندي پنهنجو ٽائيم زيان ڪريان، ان کان بهتر لڳم تہ سندس شاعري سان ئي گفتگو جاري رکان. علي زاهد جي شاعريءَ سان ڪچهري ڪندي جڏهن مون ڪائنس پڇيو تہ:

هـــن چـــڏي ســـرهم رکـــڻ آ
گهـــاءُ ٽيـنـــدو ڪيـــر هـــاٽي؟

تڏهن سندس جواب! سچ تہ گوتم ٻڌ جو "سروم دکم دکم" وارو فلسلو مونکي آساني سان سمجهائي ڇڏيو.

اي دل عشـاق! تـوکي ڪـونئـون انجـام گهرجـي
ويـج ڪـوئي نئـون کپـي تـي ڪـا نئـين مـرهم کپـي تـي
زخـم ڪـورو ڪـورسڻ لئہ عشق ٻيو ناڪام گهرجي

جڏهن مون کائنس پڇيو تہ چوندا آهن تہ شاعر ۽ اديب جو ڪم فقط شعر ۽ ادب جي تخليق آهي سماج کي بدلائڻ جو ڪم ننڍن ماڻهن جو آهي. تون انهيءَ ڳالهہ سان متفق آهين!؟ تڏهن سندس جواب ڪهڙو هو اگر اوهان اهو ڄاڻڻ چاهيو ٿا تہ صفحي 152 تي نظم "خرابات دنيا" پڙهو جيڪو انهيءَ سوال جو نہ فقط شاعراڻو جواب آهي پر آئون تہ ائين چوندس تہ انهيءَ سوال جو تز ۽ واضح جواب انهيءَ کان سواءِ ٻيو ڪو ٿي ئي نٿو سگهي. علي زاهد جي شاعريءَ سان ڪچهريءَ دؤران ان مونکي هڪ دوست حافظ شيرازيءَ جو هي شعر ترجمي سميت ميسيج ڪيو:

رونـــد گـــان رہ عشـــق را طريقـــہ مجـــوي
ڪـہ آسـتين نفشـا نـنـد ڪفـر و ايمـان را

(عشق جي راهہ تي وڃڻ وارن جو طريقو نہ ڳولهہ هو تہ پنهنجي پاند مان ڪفر ۽ ايمان ڇنڊي ڇڏيندا آهن) پڇيم ماڻس "ها ڏي خبر ڇا ٿي چوين انهيءَ شعر جي باري ۾، مون کي ٿورو سمجهاءِ ٿوري وضاحت ڪر حافظ ڪهڙي ڳالهہ پيو ڪري؟" تڏهن سندس جواب ٻڌي آئون ڪلي پيس:

مومن بہ اڪيلائي ڪافر بہ اڪيلائي
مسجد بہ اڪيلائي مندر بہ اڪيلائي

۽ جڏهن آئون سندس انهيءَ جواب سان متفق نہ ٿيس تہ سندس ٻيو جواب هي هيو:

ساري حيات رقصان چاهت جي پيچرن تي
پر ماڳ نارسائي، درويش مسڪرايو
ڪو عشق نہ ٿيو پورو سپنو نہ ٿيو ڪو ساڀيان
ويئي عمر هيءَ اجائي، درويش مسڪرايو

مطلب تہ ڪيترائي ڏينهن علي زاهد جي شاعريءَ سان ڪچهري ٿيندي رهي مون کي هاڻ هاڻ خبر پئي آهي تہ شاعري بہ آف دي رڪارڊ ڳالهيون ڪندي آهي ۽ عليءَ جي شاعري بہ مون سان اهڙيون ڪيتريون ئي ڳالهيون ڪيون آهن، اهي ڪولڻ تي دل بہ چوي ٿي پر هي معاشرو جتي بي حس، منافق ۽ بي سمجھ سمجهو ماڻهو نہ فقط اڪثريت ۾ آهن پر انهن جو تعداد ڳڻتيءَ جوڳي حد تائين وڌي بہ رهيو آهي، اتي جي اهي ڳالهيون ڪوليم تہ آئون ڪيس ڪنهن بہ فتوي، لقب يا سزا کان نہ بچائي سگھندس. ان ڪري اهي ڳالهيون آف دي رڪارڊ رهن تہ اهو نہ فقط شاعر ۽ شاعري لاءِ بهتر رهندو ۽ منهنجو بہ شاعري سان بي وقتي محبت جو ران راز ٿي رهندو ۽ جيئن تاج جويي عمر ڪوٽ جي ڪورتن جا چڪر پئي ڪاٽيا ائين مان لاڙڪاڻي جي ڪورتن جا چڪر ڪاٽڻ کان بہ بچي پوندس هڪڙيون بہ ڳالهيون آئون علي زاهد سان نہ پر توهان سان ضرور ڪندس تہ هن جتي جتي اردو يا فارسي ترڪيبون استعمال ڪيون آهن ڏاڍي خوبصورتي سان ڪيون آهن، پر ڪٿي ڪٿي انهن کي پنهنجو ڪرڻ ۾ بہ ناڪام ويو آهي. اهي اجنبي ۽ اوپريون محسوس ٿين ٿيون. آئون سيني نہ پر ڪجھ ترڪيبن جي ڳالھ تو ڪريان. مثال طور

آ حســن هــن جــو تيــغ زن
هــر كــو تذبــذب جــو شــكار

دشت جنون يا ڪجھ ٻيون اهڙيون ترڪيبون ۽ منهنجي لاءِ اها خوشي جي ڳالهه آهي تہ جديد اردو ادب جو وسيع مطالعو هوندي بہ هو ان جي اثر ۾ لڙهي نہ ويو آهي. پنهنجي ٻولي جي خوشبو جوان جسم جي خوشبو جيان سندس شاعري ۾ سدائين تازي رهي ٿي ۽ ٻي ڳالهه تہ سندس جيڪي بہ مشهور نظم آهن "ناچڻي ۽ "خانہ بدوش". سندس شاعري جڏهن مون سان محوِ گفتگو هئي تہ الائي ڇو اهي خاموش خاموش ۽ ويڳاڻا نظر آيا انهن ۾ اها جرئت ۽ ٻي باڪي نہ هئي جيڪا ڪنهن ناچڻي يا خانہ بدوش ۾ هئڻ گهرجي.

هنن بس پنهنجي دل جو حال اوريو آهي ان جي اندر ۾ ڪهڙي ولوڙ آهي، سماج انهن کي ڪيئن ٿو ڏسي ۽ ڪيئن ٿو قبولي ۽ هو سماج کي ڪيئن ٿا ڏسن. هو انهن جو اظهار نٿا ڪن. ڪي بہ ڪردار جڏهن شاعر/اديب جو قلم انهن کي ڇهي ٿو تہ اهي شاعر جي اندر ۾ پڇي راس ٿي پوءِ نڪرڻ ڪين، پر آئون اهو چوندي ڪا بہ هٻڪ محسوس نٿو ڪريان تہ علي انهن جي هڪ رخ کي سامهون آڻي انهن سان انصاف ناهي ڪري سگهيو. اها منهنجي ذاتي راءِ آهي جيڪڏهن ڪير دوست منهنجي ان راءِ سان اختلاف ڪري ٿو تہ اهو سندس حق آهي ۽ ٿي ڳالهه جيڪا بلڪل مون هاڻ هاڻ محسوس ڪئي آهي تہ سندس نظم جيڪي سٺا آهن اهي ڏاڍا سٺا آهن ۽ جيڪي سٺا ناهن اهي وچولا بہ ناهن. مواد جي سيليڪشن وقت جيڪڏهن انهي طرف ٿورو ڌيان ڏي ها تہ گهٽ ڏينهن بعد پڙهڻ لاءِ ملندڙ ڪنهن شاعري جي تمام سٺي ڪتاب ۾ جيڪي بہ محسوس ٿيڻ جي حد تائين ڪجھ ڪمزور نظم آهن اهي نہ هجن ها.

هي مضمون هاڻ جڏهن پنهنجي پڄاڻي طرف وڌي رهيو آهي تڏهن مونکي شدت سان اهو احساس ٿيو تہ اڙي اهي خوبصورت سٽون تہ مون کان رهجي ويون آهن جيڪي پڙهندي مون کان سچ تہ ڇرڪ پئي نڪري ويا ۽ مضمون لکڻ لاءِ

**جامد ۽ متحرڪ تخليقي قدر**

مون تڪ ڪيون هيون هاڻ پڄاڻي ۾ انهن تي ڪو تبصرو ڪرڻ ڪان بهتر آهي تہ ان مان ڪجهہ ستون توهان سان شيئر ڪريان. انهن تي پنهنجي ڪا راءِ يا تبصرو نہ ڏيان چو تہ جتي ڪنهن خوبصورت شاعر کي ڪنهن ميڊلن يا سرٽيفڪيٽ جي ضرورت ناهي هوندي اتي خوبصورت شاعري کي بہ ڪنهن تشريح يا سمجهاڻي جي ضرورت ناهي پوندي اها تہ تير جيان دل ۾ کپي وڃڻ جي سگهہ رکندي آهي.

هر ڏوهہ نہ آ منهنجو ڪجهہ تون بہ تہ ڏوهي آن
ڪجهہ ننڍ ڏنل منهنجي ڪجهہ جاڳ ڏنل تنهنجي.

تون تہ "زاهد" بنهہ سُر ڪو ماڻو هئين
نينهن ڪهڙو لڳئي سمنڊ جيئن ٿو ڇُلين.



ڊاڪٽر خادم منگي جي ڪتاب "ڪهنبا ڪنڌيس ڪپڙا" تي تبصرو

# ڪنيين جيئن ڦٽي آيل شاعري

سنڌي شاعري ڪي عالمي سطح جي شاعري سان ڀيٽي سگهجي ٿو؟ اهو سوال جڏهن بہ منهنجي ذهن ۾ آيو آهي تہ امر جليل جي هڪ جملي جواب جي صورت ۾ منهنجي ذهن جو دروازو ضرور کڙڪايو آهي تہ اسان عالمي ليول جا کهڙا ڊاڪٽر، انجينيئر يا سائنسدان پيدا ڪيا آهن جو اديب يا شاعر پيدا ڪرڻ جي ڳالهہ تي زور ٿا ڏيون. اڄ اسان جنهن شاعر جي ڳالهہ ڪنداسين ان جي شاعري ڀلي عالمي سطح جي نہ بہ هجي پر ان جون پاڙون پنهنجي ڌرتيءَ ۾ مظبوطيءَ سان کتل آهن. سنڌس شاعري ۾ پنهنجي دل ۽ ديس جي ڳالهہ جنهن خوبصورتي سان ڪئي وئي آهي اها خوبصورتي گارشيا مارڪيز جي انهيءَ ڳالهہ ڪي تقويت ٿي ڏي تہ بين الاقواميت شروع ئي پنهنجي ڌرتي کان ٿيندي آهي جنهن ليکڪ جي لکڻين ۾ پنهنجي ڌرتيءَ جا ذک سک، ثقافت يا تهذيب نہ هوندي آهي اهو ليکڪ ۽ سندس لکڻيون خلائن ۾ اٽڪيل هونديون آهن اهو ليکڪ نہ علائقائي ليکڪ آهي نہ بين الاقوامي. جڏهن رسول حمزاتوف پنهنجي لکڻين ۾ داغستان جا رنگ ٿو چٽي جڏهن علاالاسواني عمارت يعقوبيان ۾ قاهره جي زندگي ڪي پيش ٿو ڪري بنگالي ٻولي جو نرالو ڪوي شنک گهوش ڪلڪتي جي ڪنهن پوڙهي رڪشا ڊرائيور جا لفظ پنهنجي شاعريءَ ۾ ٿو اوتي تہ تڏهن سندس اهي لکڻيون داغستان، قاهره يا ڪلڪتي تائين محدود نٿيون ٿين پر اهي بين الاقواميت جي دائري ۾ اچي وڃن ٿيون ها باقي اها ڳالهہ ضرور آهي تہ انسان جي داخلي توڙي خارجي احساس رڪنڊڙ ڪيفيتون وڏيڪ خوبصورتي ۽ گهرائي سان ڇهنديون هجن ۽ ڪنهن سطحي دانش رڪنڊڙ صحافي جي رپورٽنگ جو ڏيک نہ ڏين. ڊاڪٽر خادم منگي بہ جنهن خوبصورتي ۽ گهرائي سان زندگي جي سهڻين حسن ڪين ۽ بدصورتين ڪي

پنهنجي شاعريءَ ۾ ٿو اوتي زندگي جا اهي رنگ سندس تازي ڪتاب "ڪهنبا ڪنديس ڪپڙا" ۾ نمايان آهن.

ڊاڪٽر خادم منگي جي شاعري سندس داخلي جذبن ۽ ذاتي ڪيفيتن جي آئينہ دار آهي هن موجوده شاعرن مان ڪنهن جي بہ پنهنجو رول ماڊل ناهي بنايو ان ڪري سندس شاعري تي ڪنهن جو موضوع يا اسلوب جي ڇاپ ناهي. هن پنهنجي ڳالهہ پنهنجي انداز ۾ ڪئي آهي اهو ئي سندس ڪامياب شعر گوئي جو جواز آهي:

اڀ مان ڪجهہ بہ ايندو آ، ڪڏهن؟
مينهن بہ ڌرتي جو پاڻي اٿئي!

شوق جي ڇير ئي تنل آهي،
تو جي ڳايو تہ پوءِ ڏنو ويندو

عرش ڪان اڳتي تخيل تو اڏي،
شاعري اڪين ڏنو احوال آ.

يا ڇوڙين جيان پنهنجن بانهن ۾ پاءِ،
يا تاري جيان پوءِ تنگ ڏي منسي!

ڊاڪٽر خادم جي شاعري تصويرن جو هڪ انوکو جهان آهي. هڪ صفحي تي سنجها سمي ڪو مهاڻو پنهنجي تنل ٻيڙي ۾ سجي ڏينهن جي ٿڪاوٽ کان پوءِ پن جي ٻيڙي ڇڪيندي نظر ٿو اچي تہ ٻئي صفحي تي اسان ڏسون ٿا تہ بہ ليون سبندڙ پوڙهيون پنهنجي جواني جا حسين پل ۽ راز اڪيليڻديون نظر ٿيون اچن ڪجهہ منظر اوهان ڏسو.

## جامد ۽ متحرڪ تخليقي قدر

ٻار وڏا ٿي ويا
الماڙيءَ ۾ رانديڪا
ننڍڙا رهجي ويا.

رازو تغاري
تيشي ڪرني هٿ ۾
پيٽ جي اوساري.

شام ويلي نه هينئان، ڳيت ازلي ٿو ٻڌان،
تون جنهن کي ٿو چوين هي ڪين جو چرٻٽو.

ٻانهون ڦهلائي
سمنڊ سڏي ٿو چنڊ کي ياڪر وچ پائي.

نه ته شيخ چوائي خادم منگي شعري طور پاڻ کي انور پيرزادي جيان ڪامريڊ سوڀي گيان چنداڻي جو پوئلڳ ٿو سمجهي، تڏهن ته سندس شاعري ۾ مزدور طبقي سان ٿيل استحصال ڪو ذڪر به ڪيو آهي ته سندس شاعري هيڻن کي اتساهه به ڏي ٿي ته ڏاڍن لاءِ للڪار به آهي.

هي مردار سردار زردار ڳنڍ،
تيو مزدور هاري نادار ڳنڍ.
سمورن نظرين جي پاڇي اوهان ٿي
هي ڪجهه ڪليا ۽ ڪاشي اوهان ٿي
سيئي بت توڙيو سيئي قلف کوليو
هيڻي نه ٻوليو، هيڻي نه ٻوليو.

## جامد ۽ متحرڪ تخليقي قدر

سنگينن جي سامهون ارڙا

ٽاٽي اينڊا ڇاتين ڪي

ڊاڪٽر خادم منگي پنهنجي هن ڪتاب ۾ تقريبن 15 صنفن تي طبع آزمائي ڪئي آ ب پر سچ پچو تہ مونکي جنهن صنف وڌيڪ موهيو آهي، اها گيت آهي. بردي سنڌي کان وٺي مير محمد پيرزادي ۽ ماڻڪ ملاح تائين سنڌي ٻولي کي گيت جا ڪيترائي خوبصورت نانءُ مليا آهن. آئون سمجهان ٿو ڊاڪٽر خادم منگي انهن نالن ۾ هڪ خوبصورت اضافو آهي، لفظن جي سهڻي بيهڪ، ٻوليءَ جي مٺاج، سادگي، منظر ڪشي ۽ تشبيهن سان ڊاڪٽر خادم منگي پنهنجن گيتن ۾ انساني احساسن ۽ جذبن جي عڪاسي ڪئي آهي ۽ گيتن کي جيڪو ڳوناٽو ماحول ۽ پس منظر ڏنو اٿس ان سنڌس گيت کي ٻين سڀني صنفن کان منفرد حيثيت ڏياري آهي سنڌس گيتن ۾ جيڪو خاص پس منظر ۽ رنگ ملي ٿو سو سواءِ مير محمد پيرزادي ۽ ماڻڪ ملاح جي موجوده دور جي ڪنهن بہ شاعر جي گيت ۾ ڪونہ ٿو ملي:

گهڙا منجهيءَ تان ڪري پيو ڪلھ گهڙي جي

عمر ٿي ڇاهي

گهرايو نئون نڪورو پيو امهائيو اڄ ئي آهي

گهڙو ٽولڻ پريان ٿي ۽ توکي ياد ڪريان ٿي.

ولوڙيان ڏڌ ماٽيءَ ۾ اکيو سو ڇاڇ تو ۾ آھ

وڃان ٿي ڳاڏ ٻڪرين کي سڄو بس ساڻ تو ۾ آھ

سڄو ڏينهن ڏيان ڏريان ٿي ۽ توکي ياد ڪريان ٿي.

سونهن ساري لڪائي رکي سون چڙي

[illegible] جن [illegible] ي رڱائي رکي سون چ [illegible] ي

[illegible]

اوپکا اوپکا! ڏيتهن لاتئـ يکا

هاڻ سندس شاعري جي ٻي رنگ تي نظر وجهندا هلون.

ويا نئي رت هاڻي ڪري،
نمازين سان تڙپيا پئي ٻار گڏ

چند ڏينهن پهرين سنڌ جي ڪجهہ ساڃاهہ وند فردن جو هڪ گڏيل بيان ڇپيو تہ هن وقت سنڌ کي وڏو خطرو انتها پسندي مان آهي. نہ فقط برصغير پر پوري دنيا هن وقت انتها پسندي جي گهاٽي ۾ ڦيسجي رهي آهي اتي صوفين جي سرزمين جو هي شاعر صوفيت جو پرچار ڪجهہ هنن خوبصورت سٽن سان ٿو ڪري:

هجي ڏيهہ اهڙو جتي جوڙجي
مسجد ڪليسا گردوار گڏ

218 صفحن تي مشتمل سندس هي ڪتاب جاڳرتا فورم سکر طرفان ڇپرائي پڌرو ڪيو ويو آهي. فورم جو سيڪريٽري ارشاد پيرزادو سندس هن ڪتاب "کهنبا ڪنديس ڪپڙا" تي راءِ ڏيندي چوي ٿو تہ "ڊاڪٽر خادم منگي هاڪاري جذبن کي اپاريندڙ اهو شاعر آهي جنهن جي شاعري حسناڪين ۽ رعنائين سان ڀرپور آهي زندگي جا سيئي انڊلٺي رنگ سندس شاعريءَ مان پسي سگهجن ٿا. هن جي شاعري ۾ Revolution ۽ Romance رلمل ٿيل آهي هن پنهنجي شاعري ذريعي تضادن جي نشاندهي ڪئي آهي جنهن نہ صرف سندس شاعري جي حسن ۾ اضافو ڪيو آهي پر ان جي معنيٰ ۽ مفهوم کي بہ وڌيڪ چٽو ڪيو آهي سندس شاعراڻو Diction يا لهجو ايترو تہ منفرد آهي جو اوهان سندس تخليقن تان نالو هٽائي پڙهو تہ بہ سمجهي ويندا تہ اهو شعر ڊاڪٽر خادم منگيءَ جو ئي آهي".

**جامد ۽ متحرڪ تخليقي قدر**

سنڌي ٻولي ۾ هر مهيني ڪيترائي شاعري جا نوان ڪتاب ڇپجي رهيا آهن هي ڪتاب بہ فقط شاعري جي خوبصورت ڪتابن ۾ هڪ اضافو ناهي پر هن ڪتاب ذريعي شاعر جيڪا تبديلي ۽ خوشحال سنڌ جا خواب ڏٺا آهن اهي خواب بہ ساڀيان جو روپ ڌاريندا تڏهن سنڌ اياز جي لفظن ۾ ڳاڙهو ڪهنبو ٿي ويندو ۽ ان ڳاڙهي ڪهنبي جهڙي سنڌ ۾ ڪجهہ رنگ ڊاڪٽر خادم منگي جا بہ هوندا ڊاڪٽر خادم منگي نہ فقط خوبصورت شاعر آهي پر ڏاڍي خوبصورت نفيس ۽ حساس دل رکندڙ شخصيت بہ آهي آئون پنهنجي يار جي هجت کي مانائتي موٽ ڏيندي جنهن ويل سندس ڪتاب تي چند سٽون لکي رهيو آهيان ان ويل بہ سندس سدا مرڪندڙ چهرو ۽ سٽون منهنجي ذهن ۾ اڀري رهيون آهن:

رلياسين ريگزارن ۾ پلياسين ڪوهسارن ۾
ملياسين شعر موتي ڪتابن استعارن ۾

تنهنجي رايي تي منهنجو هي رايو
ٿيو سجايو ويو تہ پوءِ ڏنو ويندو



# هڪ پوند جو مصور شاعر: احمد سولنگي

تي سگهي ٿو منهنجي ڳالهه کي ڪجهه دوست غلط قرار ڏين، پر ويجهڙائي واري عرصي ۾ مون شدت سان محسوس ڪيو آهي. ته سنڌي شاعرن ۾ هڪ ٻوڙ وارو سلسلو شروع ٿي ويو آهي. ناڪام شاعر پنهنجي ڌرتي جي شعري روايتن کي پٺي ڏيئي بين الاقوامي شاعري ۽ ادب جا حوالا ڏيندڙ پنهنجي نج اسلوب، آهنگ ۽ شاعري جي روح ۽ مزاج کان اڻ واقف اديب انهيءَ ٻوڙ جو اهتمام به ڪري رهيا آهن ته انهيءَ ۾ ريفري وارو ڪردار به ادا ڪري رهيا آهن مون اهو به محسوس ڪيو آهي ته سنڌ جا سڄيت تخليڪار ڪوبه نمبر ڪاٻه جيت حاصل ڪرڻ کان بي پرواهه ٿي پنهنجي تخليقي عمل ۾ رڌل آهن انهن سڄيت تخليقڪارن ۾ وسيم سومرو آڪاش عامر کان وٺي امر اقبال ۽ اسحاق سميجي تائين ڪيترا ئي نالا ذهن ۾ اچن ٿا انهن نالن مان هڪڙو نالو انهيءَ شاعر جو به آهي جنهن وٽ نج پنهنجا استعارا، پنهنجون علامتون ۽ پنهنجو گهاڙيتو به آهي ته انوکي نغمگيءَ سان گڏ شاعرائي رمزيت ۽ فني پيچيدگين کان به واقف آهي هُو انهيءَ ٻوڙ ۾ ان ڪري به شامل ناهي ٿيو جو کيس ڄاڻ آهي ته پنهنجي دور جي تحسين ادب جي عظمت جو معيار ناهي.

جي ها! آئون احمد سولنگي جي ئي ڳالهه ڪري رهيو آهيان.

احمد پنهنجي نظمن جي ڪينواس تي جنهن منفرد نموني زندگي جي گهراين جا رنگ چٽي ٿو ۽ ماڻهن جي داخلي ۽ خارجي احساسن ۽ ڪيفيتن کي باريڪ بينيءَ ۽ گهرائي سان پيش ڪري ٿو سندس اهو اسلوب ۽ انداز جديد دور جي ڪيترن ئي شاعرن کان نرالو آهن سندس نظم اهڙي رڱ جيان محسوس ٿين ٿا جيڪا دٻجي دٻجي جڏهن ٻاهر نڪري ٿي ته ڪيترن کي پاڻ ڏانهن متوجه ڪري ٿي هو ڪائنات کي هر فرد جي اکين سان ڏسي پنهنجي لفظن ۾ بيان ڪرڻ جو فن به ڄاڻي ٿو ته ان سلسلي ۾ هڪ شاعر جي ذميواري ڇا هئڻ گهرجي ان کان به غافل ناهي، سندس نظم پنهنجي پوري شدت سان هڪ اهڙي آتروپلا جو ڏيک ڏين ٿا جيڪا خود ڪلامي ڪندڙ شخص پنهنجي دور سان اظهارڻ چاهي ٿو.

آئون پنهنجي هن مضمون ۾ سندس شاعري ان ڪري به نٿو شامل ڪريان جو مون کي انهن ريفرين وانگر اهو ثابت ناهي ڪرڻو ته هُو موجوده دور جو وڏو شاعر آهي اهي فيصلا وقت کي ڪرڻا آهن ۽ وقت ئي ذات جي پرک ڪندو. اسان مخصوص تولن پاران عطا ڪيل وڏن لقبن وارن شاعرن کي به وقت جي دز ۾ لتجندي ڏٺو آهي. سو آئون به ڪو فيصلو صادر ڪرڻ کان سواءِ بس پنهنجا ويچار اظهاريان ٿو ڇاڪاڻ ته خود احمد کي به ڪنهن فيصلي جو انتظار ناهي!

احمد گهڻن شاعرن وانگر ڪو رعب ويهارڻ لاءِ پاڻ کي عالمي معيار جو ثابت ڪرڻ لاءِ ڪنهن انجيلا ڪنهن هيلن ۽ ڪنهن اسڪارپيو کي پنهنجو موضوع بنائي ۽ پوءِ موضوع سان نيائي نه سگهڻ ڪري نظمن کي اجائي ڊيگهه ۽ طوالت نٿو ڏي. پر سنڌ اسان کي سندس شاعري ۾ ساهه کڻندي ته نظر اچي ٿي پر جڏهن سندس دل ڪائنات جي درد کي محسوس ڪري ٿي. عالمي موضوع سندس قلم ڇهي ٿو ته هو گانڌيءَ کي لڳل گولي به پنهنجي سيني ۾ محسوس ڪري ٿو ته هڪ يهودي ڇوڪري. مائيڪل اينجلو. سرمد ۽ دارا ۽ ايران جي خوبصورت شاعره قرت العين طاهره کي ڏنل گهتو به پنهنجي شاعري ۾ ائين ڳائي ٿو جيئن گاجا موري جي هميرو ڪولهي جي اوڙن. جاتن ۽ ڏاندن جو ذڪر ڪري ٿو اهي بين الاقوامي موضوع سندس شاعري ۾ اچي موضوع سان سندس خوبصورت نباهه جي ڪري اسان کي ڪاٻه اوپرائپ محسوس نٿا ڪرائين قرت العين طاهره کي ڏنل گهتو جڻ ته پوري ايران کي گهتيو آهي. اسان کي احمد جي شاعري ئي محسوس ڪرائي ٿي احمد سولنگي جي شاعري جڏهن نئين مزاج، ادائگي، ذاتي اسلوب ۽ موضوع جي همه گيري جي ڪري نرالي ۽ انوکي ٿي اسان سامهون اچي ٿي ته سندس پيدا ڪيل نين راهن ۽ جديد شاعرائي ترڪيبن تي سچ ته پيار ٿو اچي سندس لهجي ۾ فن جو ڪمال به آهي ته جديد سنڌي نظم ۾ تيڪنيڪ جا نوان ۽ موهيندڙ تجربا به اسان کي سندس شاعري ۾ ائين نظر اچن ٿا جيئن ڦڳڻ جي چنڊ ڪينيان ڊگهي قيد ڪٽي آيل قيدي جي ونيءَ جا جوانيءَ سان ڀرپور آرس.

شيخ اياز ڪٿي لکيو آهي ته "فقط آرٽ جو جارئي چنڊ کي پاڻ ۾ ڦاسائي سگهي ٿو". جيڪڏهن ڪا شاعري پنهنجي فني توئي بين گهرجن تي ته پوري آهي پر ان ۾ آرٽ ناهي يا زندگي جو ضمير ۽ خمير ناهي اها انهيءَ نديءَ مثال آهي جيڪا پاڻي کان خالي هجي. پاڻي

جو تصور نديءَ سان لاڳاپيل ناهي پر نديءَ جو تصور پاڻي سان لاڳاپيل آهي بلڪل ائين شاعري جو تصور بہ آرٽ سان لاڳاپيل آهي ڪي دوست منهنجي ڳالهہ سان اختلاف ڪندي چئي سگهن ٿا تہ شاعري تہ آهي ئي آرٽ پر مون سنڌ ۾ سرجندڙ تمام گهڻي شاعري اهڙي بہ پڙهي آهي جيڪا شاعريءَ جي بين لوازمات تي تہ پوري لهي ٿي پر اها آرٽ کان خالي آهي. مون احمد جي شاعري جڏهن بہ پڙهي آهي تہ مون کي پڪاسو ياد آيو آهي جنهن چيو آهي آرٽ سچ ناهي، آرٽ اها ڳالهہ آهي جيڪا سچ محسوس ڪرائي ٿي" بلڪل ائين احمد جا نظم هجن يا غزل انهن ۾ هڪ اهڙي آرٽ آهي جا زندگي جي ازلي سچ يعني سونهن کي محسوس ڪرائي ٿي، احمد پنهنجي شاعري کي زندگي سچ، سونهن ۽ ڌرتي تائين محدود رکيو آهي (شاعريءَ جا ازلي موضوع تہ آهن ئي اهي) احمد جڏهن نوان جتوئي ۾ نماڻي سنڌي جي ورسيءَ ۾ اها ڳالهہ ڪئي تہ شاعر کي ڪنهن نظريي جي تابع نہ هئڻ گهرجي. نماڻو بہ ڪنهن نظريي جي تابع نہ هو پر زندگي ۽ ڌرتيءَ جو شاعر هو تہ هڪ وڏو بحث ڇڙي پيو هو. سائين آريسر چيو هو تہ نماڻي جي شاعري ۾ ڪيترائي ڀيرا آزاديءَ جو لفظ استعمال ٿيل آهي اها ڳالهہ نماڻي جي ڪنهن نظريي سان وابستگيءَ جو وڏو ثبوت آهي. تڏهن احمد چيو هو تہ جيڪو شاعر نقط فڪر جي ايم سيد سان لاڳاپيل آهي بس اهوئي آزاديءَ جي ڳالهہ ڪري سگهي ٿو؟!

جنهن شاعر جي پنهنجي ڌرتي سان ڪمٽمينٽ آهي پنهنجي ڌرتي کي غلام سمجهي ٿو ڇا اهو ڌرتي جي آزاديءَ جا گيت نٿو ڳائي سگهي؟! سو چوڻ جو مقصد تہ احمد جي شاعري زندگي سچ سونهن ۽ ڌرتي کي پاڻ ۾ ائين سمائي ٿي جئين اري واري زمين پاڻ ۾ پاڻي سمائي ڇڏيندي آهي.

گهاتن ۽ پوڙهن وڻن سمنڊ ۽ ساحلن جو دوست ۽ اسان جو هي يار احمد سولنگي جاڻي ٿو تہ نيري آڪاس ڏانهن نهارڻ ۽ ڪنهن خوبصورت عورت سان نفرت ڪرڻ ڪائنات جا بہ ضد آهن. تڏهن تہ هُو هر متضاد حقيقت تي اعتبار ڪري هر وڇوڙي ۾ تيدي هوندي بہ پنهنجي شاعريءَ کي محبت جي فضائن ۾ اڏارڻ لاءِ پاڻ کي آزاد سمجهي ٿو. هن جيڪو حيرتن جو سفر شروع ڪيو آهي. ان سندس اکين سان لاتعلقي ظاهر ناهي ڪئي. احمد شديد برفباريءَ ۾ بہ پنهنجي شاعريءَ ۾ تهڪي پاڻ کي زنده رکيو آهي ۽ اهو فن جيڪي بہ شاعر

جاڻن ٿا انهن کي شاعريءَ زماني جي پري بازار ۾ وچائجڻ ناهي ڏنو. احمد جي نظمن جا عنوان جڏهن به مون تي آشڪار ٿيا آهن مون سندس ذات جي تشريح ڪرڻ شروع ڪئي آهي ۽ انهيءَ نتيجي تي پهتو آهيان تہ تاريخ ۾ زنده رهڻ وڏي ڳالھہ ناهي پر دلين ۾ زنده رهڻ لاءِ شاعر کي پنهنجي تاريخ پاڻ ئي جوڙڻ ۽ لکڻ گهرجي.

احمد اها تاريخ لکندي جڏهن سفيد ڪاغذ تي نظر ڊوڙائي ٿو تہ سڄو جهان انهن ڪاغذن تي هلچل ڪندي ايڏو تہ رتوڇاڻ ٿي پوي ٿو جو خود احمد پنهنجا زخم وساري جهان جي زخمن جو مرهم ڪرڻ شروع ڪري ٿو اهي زخم سندس شاعري ۾ ايستائين چمڪندا رهندا جيستائين هُو انهن مان نجات نٿو حاصل ڪري ۽ هن جڏهن بہ انهن مان نجات حاصل ڪئي اهو سندس شاعري جو آخري ڏينهن هوندو ان ڪري آئون کيس ايتري صلاح ضرور ڏيندس تہ هو سمنڊ سان ياري ٽوڙي يا نہ سندس مرضي پر انهيءَ ٻوند جو انڪاري نہ ٿئي جنهن مان احمد ڪنهن مصور کي سوين سمندر جوڙيندي ڏسندو آهي

هڪ ٻوند مان مصور،
جوڙيا سوين سمندر،

اهو سمندر ئي کيس ٻي ڇيپي ۾ آتروپلا جي اهڙي جزيري ڏانهن وٺي ويندو جتي فقط شاعري ئي سندس استقبال لاءِ موجود هوندي. احمد هن سال 5 جنوري تي عمر جي اهڙي حصي ۾ پهچي رهيو آهي. جنهن عمر ۾ ماڻهو پنهنجو پاڻ ڏانهن موٽڻ شروع ڪندو آهي، ڪائنات جي اسرارن کي نئين سري سان سمجهڻ لڳندو آهي ۽ جنهن عمر ۾ پيغمبرن تي ڪتاب نازل ٿيندا آهن. اسان کيس پاڻ ڏانهن موٽڻ، ڪائنات کي نئين سري سان سمجهڻ جي ڳالھہ تہ ڪو نہ ڪنداسين پر کيس جنم ڏينهن جي واڌائي ڏيندي ڪائنس هڪ ڪتاب جي خواهش ضرور ڪنداسين.



# ”نہ“ چوڻ جي جرئت ڏياريندڙ هڪ ليکڪ

”ماضي پنهنجو بچاءُ ناهي ڪري سگهندو“ هي جملو ژان پال سارتر جي جڳ مشهور ڊرامي The Flies (مکيون) جي انهي ڪردار اوريسٽيز جو آهي، جيڪو سارتر جي فلسفي جو انسان آهي. جيڪو مکين جي ديوتا زيوس Zeus کي چوي ٿو” تنهنجا قانون مون تي لاڳو نٿا ٿين. مون کي پنهنجي ئي چونڊيل راهه تي هلڻو آهي. آئون انسان آهيان ۽ هر انسان کي پنهنجي راهه پاڻ تلاش ڪرڻي آهي“ ۽ سارتر جو اهو انسان فطرت جو باغي آهي، مروج سياسي، سماجي ۽ مذهبي قانونن جو باغي آهي. جنهن کي پنهنجي هئڻ جو ادراڪ آهي. جيڪو پنهنجي شعور سان زنده رهڻ چاهي ٿو جيڪو هن لاءِ دوزخ بہ آهي تہ بهشت بہ.

21جون 1905ع تي فرانس ۾ پيدا ٿيندڙ ژان پال سارتر جي شهرت ٿوڻي جو هڪ وجوديت پسند فلسفي طور آهي، پر هڪ ناول نگار، ڊرامہ نگار ۽ ادبي نقاد طور بہ سندس ايتريون خدمتون آهن جو 1946ع ۾ کيس ادب جي نوبيل انعام سان بہ نوازيو ويو (پر هن اهو وٺڻ کان انڪار ڪيو). افلاطون ۽ نتشي کانپوءِ سارتر ئي اها ٿي شخصيت هو جنهن ادب ۽ فلسفي ۾ هڪ جيترو ڪم ڪيو هجي. تڏهن تہ اردو ادب جي ممتاز نقاد محمد حسن عسڪري جو چوڻ آهي ”سارتر جي ڊرامن ۾ جيترو فلسفو هوندو آهي اهو ڊرامي جي عمل کان الڳ نٿو ٿئي“. سارتر لاءِ سڀ کان بنيادي مسئلو اهو آهي تہ انسان ڇا آهي. روايتي فلسفو چوي ٿو تہ انسان جي اصليت ۽ ماهيت پهرين ئي متعين ٿي چڪي آهي. انسان جي زندگي فقط انهيءَ حقيقت جو هڪ عڪس آهي. جڏهن تہ سارتر چوي ٿو تہ پهرين انسان زنده رهڻ جو تجربو حاصل ڪري ٿو ان کانپوءِ پنهنجي ماهيت پاڻ تخليق ڪري ٿو ۽ اهو ايئن تہ جڏهن

انسان خدا نٿو بڻجي سگهي تہ اهو انسان بڻجي وڃي ٿو. ان جو مطلب اهو آهي تہ انسان وجود مطلق بڻجڻ چاهي ٿو پر زندگي جا تجربا ان کي سيکارين ٿا تہ اهو ناممڪن آهي. جڏهن هو پنهنجي بيوسي تسليم ڪري وٺي ٿو تہ ان کانپوءِ انسان بڻجڻ شروع ٿئي ٿو.

سارتر جي ڪيترن ئي ڊرامن ۽ افسانن جتي عالمي سطح تي ڊرامن ۽ افسانن جي معيار کي بلند ڪيو تہ اتي وجوديت جي تشريح ۽ تفهيم بہ ڪئي. جن ۾ باعزت رنڍي، انڌي گهٽي، مکيون، قربت، ديوار، متلي ۽ ريپريو ۽ نوسيا خاص طور مشهور آهن. سارتر سچائي جي مسئلي ۾ انتهائي سفاڪ ۽ بي رحم آهي. سندس نرم لفظن ۾ پر اثر جملن ۾ سفاڪيت لڪيل هوندي آهي. هو ڪنهن بہ ظلم چاهي اهو ذاتي هجي يا سماجي ان تي خاموش نٿو ويهي سندس خاموش احتجاجي لهجو ۽ قلم جي تاثير پري رواني انساني آزادي حاصل ڪرڻ لاءِ پوري طرح مددگار آهي. تڏهن تہ 1964ع ۾ گيبريل مارسل سندس خلاف اها فتوي جاري ڪئي هئي تہ هي اهو شخص آهي جنهن نوجوانن کي تباهہ ڪرڻ لاءِ ڪفر ۽ الحاد جو نهايت منظم ۽ خوبصورت جار پکيڙيو آهي. هي اهو چالاڪ ۽ عيار زهريلو مکڙ آهي. جنهن پنهنجي تحرير ۽ تقرير جي خطرناڪ زهر سان پوري سماج کي ڏنگيو آهي. سندس انهيءَ فتوي جي رد ۾ سارتر ڪيڏو نہ خوبصورت جملو چيو هو "ها" چوڻ جي آزادي هجي نہ هجي پر "نہ" چوڻ جي جرئت مندي وڏي شيءِ آهي. نہ چوڻ جي جرئت ڏيارينڌڙ هن ليکڪ جي نزديڪ عمل جي پختگي احساس ذميداري سان اچي ٿي ۽ ذميداري جو احساس شعور سان ٿئي ٿو ۽ شعور آزادي سان مشروط آهي. وجودي فلسفو ذميداري جو فلسفو آهي. انسان پنهنجي عمل سان زندگي تعمير ڪري ٿو. ٻي صورت ۾ پنهنجي ڊرامي جي هڪ ڪردار لزي جيان ڪنهن ويهاريل عورت جيان ٻڌي رهجي وڃي ٿو. جيڪا ذميواري قبول ڪرڻ کان لهرائي ٿي. نيت ۽ خواهش ڪهڙي بہ هجي، عمل ئي انسان جو ڪردار متعين ڪري ٿو. سارتر جنهن پنهنجي هر سٽ ۾ زندگي جي فلسفي جي بنيادي اصولن کي زندهہ شڪل ۾ پيش ڪيو آهي. پنهنجي ڊرامي انڌي گهٽي ۾ هن "زندهہ رهڻ جي عمل جو شعور" تي تفصيل سان بحث ڪيو آهي. ماڻهو کي صحيح طور خبر ناهي تہ آئون ڪير آهيان. ان ڳالھ جو ٿورو گهڻو علم ٻن طريقن سان حاصل ٿئي ٿو. هڪ تہ خود پنهنجو پاڻ تي غور ڪرڻ سان. پر ان ۾ خرابي اها آهي تہ ماڻهو کي ڪيترين ئي حقيقتن

ڪان اڪيون چورائيون ٿيون پون ۽ ٻيو طريقو اهو آهي تہ پنهنجي باري ۾ راءِ معلوم ڪئي وڃي، پر اهو ضروري ناهي تہ ماڻهو اسان جي باري ۾ اها ئي راءِ قائم ڪن جيڪا اسان چاهيون ٿا. ٻيا ماڻهو اهو آئينو هوندا آهن جنهن ۾ اسان پنهنجي شڪل ڏسون ٿا پر اها تصوير اسان جي مرضي مطابق ناهي هوندي تنهنڪري اسان جي اندر ۾ اها خلش رهندي آهي تہ ٻيا ماڻهو اسان تي ايمان آڻين. اسانکي درست سمجهن. گارسن چوي ٿو جيڪڏهن هڪ ماڻهو کي بہ مون تي اعتماد هجي تہ منهنجي روحاني اذيت ختم ٿي ويندي. ان جو نتيجو اهو نڪري ٿو تہ پنهنجي زندگي جي شڪل پنهنجي مرضي مطابق نہ پر ٻين جي راءِ مطابق بہ متعين ڪرڻي آهي. اهڙي طرح اسان کي تخليق ڪرڻ ۾ ٻين جو حصو بہ هوندو آهي. ان جو مطلب آهي تہ اسان مان هر هڪ ٻين جي رحم ڪرم تي آهي. ٻين جي قيد ۾ آهي. اها شئي اسان کي تڪليف ڏي ٿي. اسين ان قيد مان ڇٽڻ چاهيون ٿا. اسان جي اها پوري ڪوشش هوندي آهي تہ اسين اڪيلا رهون ۽ پنهنجي ڪائنات بس پاڻ ئي هجون پر اهو ناممڪن آهي ٻيا ماڻهو اسان جي شعور جو حصو بڻجي چڪا آهن ۽ جيستائين شعور زنده آهي اسين انهن کي پاڻ کان جدا نٿا ڪري سگهون ۽ اهو عذاب هميشہ اسان سان گڏ آهي. انهن ڳالهين جو خلاصو اهو آهي تہ هر ماڻهوءَ ٻئي کي عذاب رسائي ٿو ۽ ٻيون ان کي.

نوابشاهہ ڄائو فهيم شناس ڪاظمي جنهن هن کان پهرين سنڌ جي ڪيترن ئي شاعرن جي شاعري اردو ۾ ترجمو ڪئي آهي ۽ 2002ع ۾ سائين جي ايم سيد جي عدالتي بيان "سنڌ ڳالهائي ٿي" کي "سندھ کی آواز" نالي سان بہ ترجمو ڪيو. ان 2012ع ۾ سارتر جي مضمونن سان گڏ سارتر جا ڊراما ۽ افسانا بہ سهيڙي ۽ ترتيب ڏئي شايع ڪرايا. آئون ٿورائتو آهيان پنهنجي شاعر دوست عزيز ڪوسي جو. جنهن نہ فقط مونکي اهو ڪتاب پر عالمي ادب جا 7 ٻيا ڪتاب موڪلي ڏنا. سارتر جو اهو ڪتاب ور ور ڏيئي پڙهڻ کان پوءِ بهتر سمجهيم تہ ڪجھ ترجمي ۽ تخليص سان پنهنجو مطالعو ڪالم جي صورت ۾ توهان سان بہ شيئر ڪريان.



# ميٺهن ۾ وهنتل شخص ۽ سندس شاعري

ادب ۾ رومانيت پسندي جي تحريڪ ڪڏهن شروع ٿي، مارڪسوادي ادبي تحريڪ سماج تي پنهنجا ڪهڙا اثر ڇڏيا؟ يا ادب ۾ ڪيفيتون اهم آهن يا مطالعو ۽ مشاهدو؟ اهڙن ڪوڙ سارن سوالن کي ڇڏي اڄ پاڻ انهيءَ ماڻهيءَ وٽ ٿا هلون جنهن کي گلن جي ٽڙڻ ۽ ڇڻڻ جو وقت ٻڌائڻ لاءِ ڪنهن به زرعي ماهر کان صلاح وٺڻ جي ضرورت ناهي هوندي يا جڻ انهيءَ ٽريي وٽ ٿا هلون جيڪو ساوڻ جي مهيني ۾ موسميات کاتي وارن جون خبرون ناهي ٻڌندو پر انهيءَ جون اکيون آسمان طرف هونديون آهن.

نيڪ آهي! اڄ پاڻ هڪڙي ٽريي وٽ ئي ٿا هلون. جنهن جون ڳالهيون ۽ ڳالهين دوران سندس لهجو محبوبا سان ملي ايندڙ شخص جهڙو هوندو آهي. سندس ٻٽن ٻٽن ٿهڪن مان سندس زنده دلي ايئن محسوس ٿيندي آهي. جيئن بارش کانپوءِ مٽي مان اٿندڙ خوشبو. خدا گواهه آهي ته هن شخص جي زندگي تي خاڪو لکڻ مون لاءِ ايترو مشڪل هو جو گذريل چار پنج سالن کان آئون انهيءَ ٻڌتر ۾ هوس ته هن عجيب شخص لاءِ ڇا لکجي ۽ ڪيئن هن جي زندگي جو احاطو ۽ ماڻ ماپو ڪجي. آئون سندس محبتن جو مقروض ماڻهو هن جي محبت ۽ دوستي ۾ منڊجي جيڪي رنڊا روڙيان ٿو، شال اُهي هن وٽ اڻ توريا ئي اگهامجن.

هن ماڻهو مان ڪنهن کي ڪو ڏک پهتو هجي اهو ائين آهي جيئڻ ٻير جي وڻ صوف جهليا هجن. هن ته سدائين خوشيون ورهايون آهن. ٻين جي ڏک تي اندر ئي اندر ۾ رُنو آهي. اهو نج نبار نيٺ سنڌي ماڻهو آهي گل گوماٺي: پنهنجي هن ساهه جهڙي سڄڻ سان پهرين ملاقات به مونکي چٽي طرح ياد آهي. منيءَ ۾ دوستن جي ڪچهريءَ ۾ ويٺل هجون. ڳاڙهي پٽي سان گڏ شاعري ۽ ان تي ڪنهن محل مزاحيه ته ڪنهن مهل سنجيده بحث جو دور پئي هليو. اوچتو شايد ناشاد نصرالله مهوز ئي مزاحيه ۽ ريڊيائي اسٽائل ۾ چيو ته هاڻ دعوتِ ڪلام ڏجي ٿي منيءَ جي نوجوان شاعر

گل گوماٽي ڪي تہ هُو سامعين کي پنهنجي شاعري سان محظوظ ڪري. گل هلڪي مرڪ مرڪي پنهنجو غزل ٻڌايو.

تـــو کـــان نهيـــو نـــہ ٿيـنـــدو
مـــون کـــان رهيـــو نـــہ ٿيـنـــدو

الا! سِٽ ڇا هئي تير جيان دل ۾ کُپي ويئي ۽ پوءِ گل جي شاعري ڄڻ تہ ڪاڪٽيل تي ويئي.

هـــڪ لفـــظ تنهنجـــي آڏو
گـــل کـــان ڪهيـــو نـــہ ٿيـنـــدو

ڪنهن دوست تنقيد ڪئي تہ ڪهيو لفظ اردو ٻوليءَ جو بگڙيل اُچار آهي. ان دوست کي اها خبر نہ هئي تہ هر وسيع ٻولي ڏارين لفظن کي ڪيئن پاڻ ۾ سمائيندي آهي ۽ گل جي انهيءَ بند ۾ جيڪا بيساختگي آهي. ۽ اهو خيال ڪيئن پاٺمرادو دل مان ڦٽي نڪتو آهي. نقادن وٽ اهڙي بيساختگي ڏسڻ لاءِ عينڪ ناهي هوندي. انهيءَ پهرين ڪچهريءَ ۾ ئي مون پاڻ ئي گل کي چيو هو تہ تنهنجي شاعري ڏي، ان تي آئون لکندس. هن واعدو تہ ڪيو پر موڪلڻ ۾ ڇهہ مهينا لڳائي ڇڏيائين ۽ جڏهن زور بار وجهڻ ڪانپوءِ هن شاعري موڪلي تہ ڇهن مهينن تائين منهنجي پيتيءَ ۾ پيل ڪتابن هينان جيڪي اخبارون وڃايل آهن. انهن هينان گم ٿي ويئي. ڇهن مهينن ڪانپوءِ ڪتابن جي ڇنڊ ڦوڪ ڪانپوءِ ظاهر تہ ٿي پر وري بہ انهيءَ تي لکڻ لاءِ مونکي ساڍا چار سال لڳي ويا (۽ انهيءَ عرصي دوران هن ٻي بہ ڪيتري شاعري ڪئي هوندي، پر آئون اڄ سندس انهيءَ پنج سال اڳ واري شاعري تي ئي لکان ٿو) انهن پنجن سالن ۾ اسان جو فون تي بہ رابطو رهيو تہ روبرو ڪچهريون بہ ٿيون. پر هن ڪڏهن ائين بہ نہ پڇيو تہ منهنجي شاعريءَ تي ڪجهہ لکيئي بہ يا نہ! شهرت کان پري پڃندڙ هي فقير ماڻهو پنهنجي فقيريءَ ۾ ئي مگن رهيو. هن جي فقيري بہ عجيب رنگ جي آهي. انهيءَ جا قدما جي اورڀ نہ ڌمنان ڏڱهو ٿي ويندو. سچي ڳالهہ اها

**جامد ۽ متحرڪ تخليقي قدر**

آهي تہ مون دنيا ۾ هزارين ماڻهو ڏٺا آهن جيڪي نڪ جي پڪائي سان چوندا آهن تہ يار اسان تہ فقير ماڻهو آهيون. پر جڏهن انهن جي دلين ۾ لهبو تہ اُتي اسان کي جيئرا نانگ نظر ايندا. بين لاءِ کڏون کوٽيل نظر ايندءيون. پر هن جي دل تہ مينهن ۾ وهنتل وڻن جيان هميشہ اڇي اُجري نظر ايندي. ڪنهن لاءِ بُرو سوچڻ هن جي نصاب ۾ ئي ناهي. ذات پات، اوچ نيچ، مذهب انهن سيني ڳالهين کان عاري هن منهنجي يار کان ارڙهين گريڊ جي آفيسر کي بہ اها عزت ملندي جيتري هڪ پٽيوالي کي ملندي سنڌي شاعريءَ جا وڏا ۽ معتبر نالا بہ هن لاءِ ايتري اهميت لهڻن جيتري ڪو نئون سيکڙات شاعر. هن وٽ نہ آغاز جو انديشو آهي نہ انجام جو تصور. آئون اڪثر اهو سوچيندو آهيان تہ هي ماڻهو جيڪو سراپا پيار ئي پيار آهي، اهو پنهنجي محبوبہ سان ڪيترو نہ پيار ڪندو هوندو! آهي ڪو هن ڌرتي تي موجود ماڻهو جيڪو هن جي محبت جو ماڻ ۽ ماپو ڪري سگهي؟ منهنجو اهو يار جڏهن شاعريءَ ڪندو آهي تہ ڪو بہ نظريو ڪو بہ ازم هن جي اڳيان ديوار ناهي بڻجندو. هن جي دل ڪاغذ تي اٿلي پوندي آهي. هي تہ پنهنجي دل جي آواز کي لفظن جو روپ ڏيندو آهي. هن کي انهيءَ ڳالهہ جي پرواهہ ناهي هوندي تہ ڪو انهيءَ تي ڪهڙو ٿو ڪمينٽ ڪري. ڪيس اها شاعري ڪيتري شهرت ڏياري سگهي ٿي.

سـرتي! دل جـي احسـاسـن جـو
بـار اجـان اُيرانـو آهـي
خوشـيون آهـن ذاريـن جهڙيـون
پنهنجـو درد سُـڃاتو آهـي

هن جي شاعري ڪهڙن تخليقي مرحلن مان گذري آهي، انهيءَ کي اهو ماڻهو ئي سمجهي سگهي ٿو جنهن ڪڏهن پٿ تي ويهي بوٽيندو ٻڌو هجي. جيڪو ڪنهن سهاري ڪانسواءِ نيڻهن جي تار نديءَ ۾ لهي پيو هجي. جيڪو تضادن، فڪري ڌارائن ۽ روايتن کان اڻ ڄاڻ تہ هجي. پر پنهنجي اندر ۾ (گل جيان) مع تا جو محتاج نہ هجي. ڇا اها وڏي ڳالهہ ناهي تہ هن جو ايمان ۽ عقيدو فقط ئي فقط هن جي شاعري

**جامد ۽ متحرڪ تخليقي قدر**

آهي. اها شاعري نڪري تہ هڪ فرد جو الميو بڻجي ٿي پر سوين دلين جو سڏڪو بڻجيو وڃي:

ڪهڙي سوچ ورايو آهي
هن . . سو پيار پرايو آهي.

پاڻ ئي اڄ هن فون ڪئي آهي
ڪنهن کان گل چورايو آهي

گل گوماڻي نہ ڪنهن جو تسلسل آهي ۽ نہ ئي هُو ڪو اهڙو رستو ناهڻ چاهي ٿو جنهن تي ٻيا اچي سفر ڪن ۽ نہ ئي هن ڪڏهن دعويٰ ڪئي آهي تہ هن ڪي گس ۽ گهيڙ تخليق ڪيا آهن. گل انهيءَ سموري مانداڻ کان پري ٻيهي بس اهو ئي چوي ٿو

هن سوچ سرمديءَ جو
سورج لهي نہ ٿيندو.

ڪير تو ڪنهن جا درد سهيڙي
ڪنهن وٽ چريا تون آهي!؟

واريءَ جي وڇاڻن تي رهندڙ هن شاعر عام ماڻهن جي احساسن کي ائين تہ سچائي ۽ سادگيءَ سان اظهاريو آهي ۽ پنهنجي تخليقي ڏڪشن ۾ ايترو تہ جهيڻو ۽ غير مصنوعي آهي جو هن جي شاعري ۾ انهيءَ دل جي دانهن بڻجي وڃي ٿي جيڪو ٿي جي بقول "نئون نينهن لڳوس ڳري ۽ ڳالهيون ڪري" واري ڪيفيت ۾ هوندو آهي

عبدالقادر جوڻيجي پنهنجي ڪتاب "اسان ڪٿي بيٺا آهيون" جي مهاڳ ۾ هڪ هنڌ لکيو آهي تہ " اڄڪلهہ جي نظر ۾ دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ اها ڳالهہ محسوس

**جامد ۽ متحرڪ تخليقي قدر**

ڪئي وئي آهي تہ ڪو بہ ادبي شاهڪار لکڻ لاءِ Simple fiction تمام ضروري آهي. پنهنجو اظهار جيترو سولن لفظن ۾ ڪجي اوترو وڌيڪ پڙهندڙن تائين پهچندو". ائين گل گوماٽي بہ پنهنجي فطرت ۽ مزاج موجب سادن لفظن ۾ پنهنجي خيالن کي معنيٰ جا ديسي لٽا پهرايا آهن. سندس هي سٽون منهنجي انهيءَ ڳالهہ جون گواهہ آهن.

تـــــــو وڇـــــــوڙو ڪيـــــــو
درد ڇيـــــــــــڙو ڪيـــــــو

پيـــار جـــو سـبق ڪيـــئن آ پڙهيـــو
تـــو ئـــي يـــاد ڪرايـــو آهـــي

غزلن کان هٽي ڪري آئون جڏهن سندس وائين تي تو نظر ڀوڙايان تہ انهيءَ ۾ اسانکي نہ فقط ڪلاسيڪل لهجو تو نظر اچي، پر انهن ۾ سندس تخليقي صلاحيتون پڻ نمايان آهن. سندس جذبا نہ فقط سندس زندگي جو رياض آهن پر سندس انهيءَ شعري سفر جا بہ گواهہ آهن جيڪو هن حسناڪين کان شروع ڪري وڇوڙي جي ورلاپن تائين ڪيو آهي.

رشتن واري راند کان
مرڪي ڪاڏي مات

چنبڙ جهڙي چوڪريءَ

پنهنجي سونهن جي هن ڏني
ڏيپلي کي ڏات

چنبڙ جهڙي چوڪريءَ

سڏڪي اٿي ڏات
سرن ڪاڏي مات

چنبڙ جهڙي چوڪريءَ

**جامد ۽ متحرڪ تخليقي قدر**

سنڌ سڄي آهه سوڳ ۾
وڪڻي ايندين جيڪڏهن
ڏنگ هڻنديئي ذات

سنڌ سڄي آهه سوڳ ۾

فطرت سندي سونهن جا
هيڻا ٿيا حالات

سنڌ سڄي آهه سوڳ ۾

سندس اهي وايون پڙهي چڱي طرح سمجهي سگهجي ٿو ته هن پنهنجي دل جي دردن سان گڏ اسان کي ديس جي دردن کان به آگاهه ڪيو آهي ۽ انهيءَ جا عڪس سندس شاعريءَ ۾ ڪُنهين جيان ڦٽي نڪرن ٿا ۽ هڪ باضمير قلم ڪار طور پنهنجي ذات کي خسيس مفادن جي خاطر وڪڻڻ کي نه فقط عيب سمجهيو آهي پر هُو اهو به چوي ٿو ته اهڙا قلم ڪار جن تي ڌرتي ناز ڪندي آهي اُهي به جي بازار جو وکر بڻجي وڃن ته ڌرتيءَ تي سوڳ ڇانئجي ويندو آهي.

آخر ۾ آئون پنهنجي هن درويش دل دوست لاءِ ائين ضرور چوندس ته هن غير يقيني ۽ مفادن واري دنيا ۾ هن جو اڄو اُجرو ڪردار انهيءَ ماڪ ۽ مينهن ڦڙن جهڙو آهي جنهن کي دسي ٻنيڙا ٻار خوشيءَ مان والهانه ناڙيون وڄائيندا آهن. هن سان ملي آئون به جڻ ٻار ٿي ويندو آهيان. اهڙو ٻار جنهن کي اها خبر هوندي آهي ته ملٽي نيشنل ڪمپنين جا ناهيل رانديڪا هن لاءِ ممنوع ٿي چڪا آهن تنهن ڪري هو مٽيءَ مان پنهنجا رانديڪا ناهيندو آهي. اها مٽي جنهن جي خوشبوءِ ٿل گونگي ۾ ڪو به فرق ناهي.



# نهارن ۾ نديون آهن

فيس بڪ، سنڌي بوليءَ ۾ شايع ٿيندڙ رسالن، توڙي وڏي تعداد ۾ شايع ٿيندڙ سنڌي شاعريءَ جي ڪتابن تي نظر تا ڊوڙايون ته نئين اُسرندڙ سنڌي شاعري اسان کي گهڻي ياڳي تخليقي رعنائي کان وانجهيل نظر ايندي. انهيءَ سنڌي شاعريءَ ۾ اسان کي حيران ڪندڙ خيال ته مشڪل سان ملندا پر هڪجهڙائي گهڻي نظر ايندي. ڪي نوان استعارا، ترڪيبون يا تشبيهون ڳولهڻ سان ئي ملنديون. انهيءَ گهڻي جهڻ ولوڙ ۾ ڪي شاعر اهڙا به آهن جن جدت کي اپنائي پنهنجي هڪ سڃاڻپ پيدا ڪئي آهي. انهن جو شعر ئي سندن نالو ٻڌائي ڇڏيندو آهي. اهڙن آڱرين تي ڳڻڻ جيترن شاعرن مان منهنجو دوست ربڏنو ڪ ُصخيلي به هڪ آهي جنهن جو تازو ڪتاب "نديءَ ۾ نهارون" منهنجي انهيءَ ڳالهه جو گواهه آهي. ربڏنو پنهنجي نوڪريءَ جي مصروفيتن جي ڪري نه فقط فيس بڪ، سنڌي رسالن کان به پري آهي پر مشاعرن ۾ نه وڃڻ ڪري ترڻي جو گهڻن دوستن لاءِ هڪ اوپرو نالو هوندو. پر هن جا غزل جهڙي صنف ۾ ڪيل نوان تجريدي تجربا، ورجاءُ جي شڪار کان خالي احساس ۽ انهن جي اظهار جو غير روايتي رنگ، جن جن دوستن جي نظر مان هڪ ڀيرو به گذريو هوندو انهن جي دلين ۾ ربڏني جو نالو ضرور هُرندو هوندو.

تــوکي دار وڏا ڪــرڻ جــي پريشـــاني آهـــي
تــو لئــه چنــڊ جــي مٽــي مــان چوريءَ ڪئــي ايندس

سـئو تـــائين يــــا ڪر ســــارڻ ســـکي وئـــين
جــڻ تــه بــارش ۾ تانــڊو بــارڻ ســکي وئـــين

اج بہ اگھاڙو پيو آسمان گھمي
چنڊ جوانيون پرايون ڪارڻ مسڪي وئين

وار وڏا ڪرڻ لئہ نموريون لڙهي مٿي ۾ وجهڻ، ٻيا ديسي طريقا وغيره تہ اسان جي مشاهدي ۾ آيا آهن پر وار وڏا ڪرڻ لئہ چنڊ جي مٿي وجهڻ بلڪل هڪ نڪورو ۽ انڇ ڇهيل خيال تہ آهي پر اُن جي انفراديت تي سوچي بہ ماڻهو حيرت جي جهان ۾ گم ٿيو وڃي. سئو ٽائين پاڪرن ۾ پرڻ ۽ بارشن ۾ ٽانڊو ٻارڻ نہ فقط نرالا خيال آهن پر اهي ربڏني جي انفراديت کي بہ ظاهر ڪن ٿا.

جنهن شخص جي شاعري پنهنجي سماج جو اولڙو نہ هجي، اها جماليات، فڪري رنگن ۽ تضادن کان آجي هجي ۽ پنهنجو ڪو بہ ڪارج ادا نہ ڪري سگهي، انهيءَ تي منڊيڙو ڦيرائڻ ايئن آسان آهي، جيئن ڏپ ڪري ويل مڇي اڇلائڻ.

ربڏنو پنهنجي همعصرن ۾ ان ڪري بہ منفرد آهي جو هن جو ادراڪ ۽ جذبي جي اُڇل مصنوعي نٿي محسوس ٿئي. هن وٽ جيڪا بہ لاشعوري/ شعوري ميراث آهي، اها ڪنهن لهر جيان اُٿي ٿي ۽ سندس شاعريءَ ۾ گم ٿيو وڃي، ايئن جيئن درياءَ سمنڊن ۾ گم ٿي ويندا آهن.

سمنڊ جي ٻيڪ ۾ سماج ناهي
هوا سرحد جي محتاج ناهي.

چنڊ ۽ تارا ڏي سواڙ تي
آڪاش وٽ اهڙو رواج ناهي.

ربڏني خاصخيلي جي شاعري پڙهي، پڙهندڙ ڪٿي بہ ڪنهن ٿڪاوٽ جو شڪار نہ ٿيندو، ڇو تہ هن جيڪا بہ وک کنئي آهي، اها پاڻمرادو ڪنيل وک آهي. اڳيان کهڙيون ناهمواريون آهن ان جي هن ڪڏهن بہ ڪاڻ ناهي ڪڍي. سچ پڇو تہ هن جي شاعري ڪنهن بہ دليل جي گهُر نٿي ڪري، اها ڪنهن اوج ۽ عروج ماڻڻ

**جامد ۽ متحرڪ تخليقي قدر**

جي خواهش کان هٽي ڪري سندس انهيءَ دل جو سهارو بڻي آهي جيڪا آهي ته سراپا زخمي ۽ ڦٽو ڦٽو ٿي سندس دل مان وهي ته ٿي پر پنهنجي نزول جا سبب به ڪٿي اچي ٿي.

ڦٽيءَ ۾ نهاري مون پڇيو ٿو ڪ تنهنجو ڪنهن توپيو هو
چيائين اڄان چند جهليو پيو آهي هيئر نه پڇ سوال اهڙو

تو ته دل تان حد دخليون هٿائي ڇڏيون
پر جواني نئين ڪاٺ ۾ گهيرجي وئي.

ربڏنو خاصخيلي احساساتي طور پنهنجي شاعري کي اُتان کڻي ٿو جتان سندس پڙهندڙ توقع ڪري ٿو. هن پنهنجي شاعري ۾ نه رڳو زندگي جي نئون قدرن کي ڳاتو آهي پر انهن قدرن کي ڪيئن هٿڻ گهرجي؟ انهن جو ڏس ۽ واٽ به اسان کي سندس شاعريءَ مان ملي ٿي. هن جي شاعريه جي ڪٿي ڪٿي فني ڪمزورين جو احساس ڏياري ٿي ته هن انهن سٽن ۾ خيال کي مجروح ٿيڻ کان بچائڻ لاءِ ائين ڪيو آهي. هن پنهنجي شاعري لاءِ جيڪي فڪري ڏارائون تعين ڪيون آهن. انهن نه رڳو روايتن کي قبول ڪيو آهي پر انهن ۾ هن پاڻ کي غير روايتي ٿيڻ کي به فوقيت ڏني آهي.

منهنجي شاعريءَ کي ڪُڙکبيتو ڳولهيندو وتي
ڇا ڪاڪ ۾ ٿي مومل جوان ڪونه آهي؟

منهنجي ڄجيتل شاعري توکي ڪونه وڻندي
توتي راڳي پٽي آهي شاعري پراڻن شاعرن جي.

آئون سمجهان ٿو جيڪي شاعر شاعري ڏانهن ويندا ناهن. پر شاعري وٽن هلي ايندي آهي اها خوبي اهڙن ئي غير مشروط شاعرن ۾ هوندي آهي. ذاتي طور هي

**جامد ۽ متحرڪ تخليقي قدر**

خاموش طبيعت، هلڪي مرڪ مرڪندڙ ۽ پنهنجي سوچن ۾ نفي کان دور اثبات جي اثر هيٺ رهندڙ هڪ اهڙو ڳوناٽو ماڻهو آهي، جيڪو ڳالهائيندو ته گهٽ آهي پر سندس ڪيل ڪا به ڳالهه غير وزنائتي ناهي هوندي هي ڪنهن کي ڌڪو ڏيئي، نونئيون هٽي جاءِ پيدا ڪرڻ بجاءِ انهيءَ جاءِ تي ئي ويهڻ چاهي ٿو جيڪا سندس شاعريءَ هن لاءِ مقرر ڪئي آهي. هن کي خبر آهي ته سندس شاعريءَ کي نوان رستا تلاش ڪرڻ اڃا تائين آهن، ان ڪري نونئيون هٽي جاءِ ناهڻ بدران هي پنهنجي معيار موجب اڳتي وڌڻ چاهي ٿو تڏهن ته هن کي شهرت جي ڪا به طلب ناهي. هي ته بس اهو ئي چاهي ٿو ته سندس شاعري ۽ دل ۾ جيڪو اشتراڪ آهي، اهو سدا قائم رهي.

رات وڏف جـي گـل تـي جگنـو کليـا
خيـال شـاعر جـا ان مهـل رچـڻ لڳـا.

ڳـوٺ جـي چانـدوڪي نـه بحـال ڪـر
چنـڊ! ڪنهن شـاعر جـو تـه خيـال ڪـر.

ايوب ڪوسي سندس شعري مجموعي "نديءَ ۾ نهارون" جي مهاڳ جو عنوان ئي "تجريديت جي حسناڪ شاعري" رکيو آهي. آگر آئون سندس ڪتاب جو مهاڳ لکان ها ته انهيءَ جو عنوان "نهارن ۾ نديون آهن" ڏيان ها، پر آئون ايوب جي انهيءَ راءِ سان سؤ سيڪڙو متفق آهيان ته "جديد سنڌي شاعريءَ ۾ ورجاءَ کان هڪ پاسي هٽي، هي شاعريءَ جو نئون قدم آهي، نئون آواز آهي، نئين مهڪ آهي، نئون اظهار آهي، نئون لهجو آهي، نئين لفظيات ۽ شعريت آهي، جيڪا حيرت ۾ وجهندڙ به آهي ته متاثر ڪندڙ حقيقت به آهي. نئون خيال هن شاعريءَ جي سگهه پڌري ڪري ٿو". ايوب سندس تجريديت تي ايترو ته تفصيل سان لکيو آهي جو مون وٽ گنجائش ئي نٿي بچي جو سندس تجريديت تي وڌيڪ ڪجهه لکان. ذاتي طور آئون سمجهان ٿو ربڏني جي هيءَ تجريديت ۽ احساس سان تمتار شاعري، شاعريءَ ۾ هڪ تجربو ئي ناهي پر سندس خيالن جو هڪ اهڙو نچوڙ به آهي جيڪي هُو هن

**جامد ۽ متحرڪ تخليقي قدر**

سماج ۾ ڏسي ئي نتو ٻيو ڀوڳي ٻنن تي انهن کي اتاري ٻه ٿو. تجريديت سان گڏ سندس شاعريءَ جي. جيڪا ٻي وڏي خوبي آهي اها آهي فطرت جي مختلف منظرن جي مصوري. آئون يقين سان چوان ٿو تہ اگر هن جي هٿ ۾ قلم ۽ ڪاغذ نہ هجن ها تہ برش ۽ ڪئنواس ضرور هجن ها. ربڏنو پنهنجي فطرت ۾ آهي ئي هڪ آرٽسٽ. اهو فنڪار جنهن جو فهم، ادراڪ ۽ مشاهدو ايترو تہ تيز آهي جو هُو مشيني زندگي جيئندي بہ پنهنجي اندر ۾، پنهنجي خوابن ۾ هر وقت فطرت سان تي هم ڪلام آهي. آئون سندس خاموشي کي فطرت سان هم ڪلامي چوان تڏهن بہ غلط نہ ٿيندو.

چنڊ لامارا ڏنا لهڻ جي لاءِ
روپ ماڙي تي رات سجي.

گهر ۾ حسينا پئي پينگهي ۾ لڏي
جنهن سان درياهہ پرٽيل آهي.

آخر ۾ آئون پنهنجي هن دوست لاءِ ائين ئي چوندس تہ هن جي گهڻ رُخي شاعري جو جيڪو ابتدائي سفر آهي ان ۾ ئي هي اڻ جهل هٺ سان گڏ سوين امنگون پيدا ڪري ٿو. شال هي پنهنجي شاعري جي هميشہ روان دوان رهندڙ سفر ۾ انهيءَ هجوم کان پري رهي جنهن جي شاعري پنهنجي هڪ مخصوص دؤر کان پوءِ غفائن ۾ گم ٿي ويندي آهي.



# [illegible] ڪي آئينا ڏيندڙ شاعر

پشتو ٻوليءَ جهڙي ئي هڪ خوبصورت پشتو چوڻي آهي تہ "زندگيءَ ۾ دوست ناهن ملندا، دوستن مان زندگي ملندي آهي". آئون جڏهن انهيءَ چوڻي تي غور ڪريان ٿو تہ دوستن جو هڪ محدود انگ ئي منهنجي سامهون اچي ٿو، انهن محدود دوستن مان بہ جيڪڏهن آئون ڪي بہ ٽي نالا چونڊيان تہ يقينن محمد علي جروار جو نالو بہ انهن ۾ شمار هوندو. منهنجو هي شاعر دوست جنهن جو تازو شعري مجموعو "هجومن ۾ اڪيلائي" منظر تي آيو آهي. سندس اها شاعري وڻندڙ تہ آهي ئي پر هن جي شخصيت بہ اوتري ئي وڻندڙ، مثبت ۽ متاثر ڪندڙ آهي جو سندس ڳوٺ امن آباد ۾ ڪنهن سياسي تڪرار تان جن ماڻهن ڪيس قومي آزادي جي ترجمان هڪ پارٽي جو جهنڊو لڳائڻ تان پيرن ۾ گوليون هڻي ڪيس زخمي ڪري منڌڪائي هلڻ تي مجبور ڪيو، محمد علي جروار جي سياڻپ جي ڪري اڄ اهي ماڻهو پنهنجي انهيءَ عمل تي نہ فقط شرمنده آهن پر ساڻس انتهائي عزت ۽ احترام سان ملندا آهن. هن خوبصورت شاعر جو پنهنجي شاعري سان بہ اهڙو وڻندڙ تعلق آهي، جهڙو سندس دوستن سان. هن جي شاعري پنهنجي تخليقي جوهر ۾ موجوده سنڌي سماج جو جڳ تہ هڪ اهڙو دستاويز ۽ تاريخ آهي، جيڪا مستقبل ۾ شاعرائيون نگاهون رکندڙ ماڻهن لاءِ بنان ڪنهن شڪ شبهي جي قابل قبول هوندي. پنهنجي شاعريءَ ۾ هي ڪٿي بہ اتاولو ۽ تڪڙو نظر نٿو اچي. وسيع تناظر تي ڦهليل سندس شاعري خود تنقيدي عمل مان گذري جيڪا غنايت کڻي آئي آهي اها ڪيپ ۽ خمارن ۾ ٿڙندڙ شخص ڪي بہ پنهنجي پيرن تي بيهارڻ جي همت رکي ٿي.

ويهون ٿا جنهن ڪچهريءَ ۾ پناهہ خاطر اتي ڏاها

اجايون ئي ڪري ڳالهيون ٿٿن تي ليڙ ٻرڪن ٿا

هن جون فڪري ڏسائون ڪنهن خاص مسافت تائين محدود ناهن پر جي ان ۾ سماجي سچايون آهن. تڏهن به تلخ ۽ شاعراڻه آهن. پر جي انهن ۾ رومانيت آهي ته اها به سونهن جي احساسن کي جاڳائڻ سان گڏ اخلاقي قدرن جي پاسداري ڪري ٿي نه ڪي اڄ جي گهڻن شاعرن وانگر اُن ۾ نحاشيت ظاهر ٿئي ٿي ۽ جي انهن فڪري ڏسائن ۾ درد جو ڪٿارسس آهي ته اهو به ڪنهن اهڃاڻ تائين محدود ناهي پر هر فرد جي داخلي وارتائن جي واردات آهي.

پرائـي ڪـاڄ ۾ جـذبا اڃايـا اوچتـا جاڳيـا
حنا جي مهڪ جا آئي جواني جا نشا جاڳيا

حوالي ڪنوار جي سان ڪي اڃڻ واريون اڳيون راتيون
تصـور تـي تـري آيـون انـدر ۾ اُبڙڪا جاڳيـا

رڳـن ۾ رقـص جـون اُڇلـون چـپن تـي پيـاس جـي پايـل
نئـين نـوخيز جـوبن ۾ سُـريلا سلسـلا جاڳيـا

سجيلي ڳيچ ڳائيندي اچانڪ مـاٺ تـي ويئـي
اچـاتين موسـمن وانگيـان زمانـا پيـار جـا جاڳيـا

اچـوڙي جيـڏلون ڳـولهيـون وچايـل دل ويچـاريءَ جـي
سـهيلين جـا ڳـهـا چرچا ڪِلـن جـا ڳـوڪـريا جاڳيا.

شاعري سندس خمير ۾ شامل آهي. ان ڪري هن جو ذڪشن توڙي وسعت سگهاري ۽ اندر مان اُبڙڪا ڪائي نڪتل محسوس ٿيندي آهي ۽ اها سندس اندر جي خلفشار ۽ تضادن جي نمائندگي به ته ڪندي آهي پر مون کي حيرت ٿيندي آهي ته

**جامد ۽ متحرڪ تخليقي قدر**

پنهنجي اندر جي انهيءَ پيچ ڊاهه کي اظهاريندي به هن جي شاعري، آرٽ کان ڪوڪلي يا وجدان کان پري ناهي بيٺل هوندي.

لوڪ ته ڇا پر تو به نه ڄاتو ها، جانان! تو به نه ڄاتو
ڄاڻي واڻي هيڏي بازي ڇا لئه مون هارائي آهي.

هلي ٿو نند ڄاڳ جو نظام تنهنجي نام تي
اسان جي خواب خيال جي اڏام تنهنجي نام تي.

محمد علي جروار پنهنجي شاعري جو ڪارج پاڻ نئو ٻڌائي پر سندس اها شاعري ٻڌائي ٿي، جيڪا محبت وانگر ڪٿي ناهي ويئي پر ٿي ويئي آهي. هن جي شاعريءَ ۾ زندگي جا قدر جيترا پختا ۽ نفيس آهن، اوترا ئي سندس عرفان ۽ ادراڪ جا مظهر آهن ۽ انهن جي همه گيري ڏسي ڪو به نقاد ائين چئي سگهي،ٿو ته هي لفظ ناهن، هي خيال ناهن پر شاعر جون اکيون آهن اهي اکيون جيڪي ڪنهن مصور کي ملڻيون هيون.

سُر هو سُر هو ساءُ اڃي تو تڙ تي جڏهن هُڳساڻ تي ڳائي
پاڻياري جا پير ڏسو ڙي وک وک تي رابيل تڙي پيا.

وري يـــــار خانــــــه بدوشـــــن مٿـــــان
مُنـــو ميـــنهن وِرتـــو وَتـــي رات جـــو.

مون ڏٺو آهي ته اسان جي قلم ڪار دوستن جي اڪثريت، سنڌي شاعريءَ جي وايومنڊل ۾ "زمان" جي حدن ۾ ئي رهي ٿي ۽ "مڪان" تائين انهن جي شاعري جا پنڌ ئي ناهن، خيال کان اڳ فن سندن اڳيان بند ٻڌيو ڇڏي ۽ شاعري ڏانهن سندن رويا فنڪاراڻه هئڻ بجاءِ شوقيه محسوس ٿين ٿا. پر محمد علي جروار انهيءَ کان اڳتي اچي، شاعري کي ڪائنات جو اپياس يا زندگي جو رياض ئي نئو سمجهي پر

**جامد ۽ متحرڪ تخليقي قدر**

پنهنجي شعر جي طفيل. فطرت جو سُونهن، سونهن بابت اظهار، لامحدود تصورن ۽ خوابن کي سهيڙڻ، محبت کي ابتدا کان انتها تائين ڏسڻ ۽ نيون ڏسائون ڏيکاريندڙ هڪ عمل ٿو سمجهي ۽ فلسفين جا نظريا ۽ ازم انهن ۾ ڪٿي ۽ ڪهڙي جاءِ والارين ٿا. هُو انهي کان لاتعلق ٿي پنهنجي تخليقي سفر ۾ مگن آهي

لستن ۾ هجسي ۽ لعنتن ۾ هجسي
انهيءَ کان ته ماٺهو ڪفن ۾ هجي

هوا کي جئو هُوا ڏاڻي چڏي
رهي ٿُوڙ جيڪا دگن ۾ هجي

تڏهن سرت معني رکي ٿي نثو
جڏهن ساهه پنهنجو سين ۾ هجي

اڪيلو ڪوئي حالتن جو بڻ واٺو
ڪڍيتا لکي ٻيا ٻجن کي سنيالي

محمد علي جروار جي شاعريءَ ۾ معصوميت ۽ حساسيت ڏسي مونکي ڪوبه تعجب ڪونه ٿيو ڇو ته هُو هن آهسته آهسته فرسوده ٿيندڙ سماج کي پڪين جي روح ۽ هرڻ جي هانءَ سان ڏسي ٿو. هُو مفروضن کي مفروضا ۽ حقيقتن کي حقيقت ئي سمجهي ٿو. پنهنجي ڪرشماتي آرٽ ذريعي ٿورڙن ئي لفظن ۾ انهن کي اٿين ته اظهار جو روپ ٿو ڏي جو اهي ڳوڙها احساس ڳوڙها ٻڻجي سنڌس شاعري مان نڪري پون ٿا.

ڪٿي هتيار سرڪاري نوان ڏاڙيل نڪري پيا
وچن ٿا وات تان ڪنيجي پڙهائي ڪيرٻارن کي

## جامد ۽ متحرڪ تخليقي قدر

آزاديءَ جو هڪڙو عاشق
سنڌ وطن ۾ زخمي آهي

غلامي کي سمجهي ڪچي گار ٿو
اهو آجپي جو علم ٿو کڻي

ٻڌيا سين ته قيدي به ڏاڍا انوکا
جڪڙجي به آزاد آجا ٻڌياسين

هي دؤر جنهن ۾ سونهن جا نقاد به پيدا ٿيڻ لڳا آهن. انهيءَ دؤر ۾ هن سونهن جو ڇيد ڪرڻ بجاءِ يا نفسيات جي بنياد تي پرکڻ بجاءِ انهيءَ سان گفتگو ڪئي آهي ان کي پنهنجي شاعريءَ ۾ سهيڙيو ۽ سمايو آهي ۽ ٻاڻ کي هجرمن ۾ به اڪيلو ٿيڻ کان بچايو آهي.

تسم آ تو کي پريل بدن جو
ڇاتيءَ تي هي ڇا چلڪن ٿا!

ڪو به نظارو ڪو جهونا هي
فرق هجي ٿو نظر نظر جو

سانوري ڇيت جي ايامن ۾
ڪونرالو نکار آئيندي

هن وطن پرست ۽ قومي ڪارڪن جي شاعري هن قومي غلامي جي ڪاري دؤر ۾ ڌرتيءَ جو آواز ٿي اُڀري آهي. ڪا به مصلحت، مفاد يا خوف سندس شاعريءَ اڳيان رڪاوٽ ناهن بڻيا. هوا ج به ڇوي ٿو سنڌ اڄ سامراجي ڪالوني بڻجي ماحد ۾ متحرڪ تخليقي قدر

ويئي آهي ۽ سنڌ جو گهڻو باشعور طبقو يا سياسي ليڊر مقرر وقت تي شگر ملون نہ هلائڻ خلاف تہ احتجاج ڪري ٿو پر نوجوانن جا چچريل لاش ملڻ تي ماٺ جو شڪار آهي. اهڙي ڪاري دؤر ۾ بہ هن چپ جو روزو ناهي رکيو. هن جوُن اڪيون اڄ بہ قومي غلامي کي گار سمجهي ڌرتيءَ جي آزادي ۽ آجپي جا خواب ڏسن ٿيون:

عدالتن جا ڏٺي! اوهان جا گماشتائي ڪنهي ڪٺي ويا
پٽن کي مائن امام ضامن ٻڌا، انهن جو پتو پڌايو

يقين محڪم اتحاد واريون گرين تختيون گهٽيءَ گهٽيءَ ۾
تڏهن بہ هر ڪو هڪو ٻڪو چو ڪُتو ڪو جهيڙو جهتو پڌايو.

هي سنڌ واسي ٻڪون مرن ۽ وسيلا تن جا پيا پيا ڪائين
الله اجازت ڪٿي ڏني آ، قرآن جو ڪو تصو پڌايو.

اتو هاڻي چريا چيلا گُرو غدار چيا ڏيندو
علم ادراڪ جو پيڪر حڪايت تان هٿي ويو آ.

شهيد جو لهو لُڇي چئي رهيو آ چوڪ تي
سلام پيش اي وطن هي جان تنهنجي نام تي

هڪ شاعر جي حيثيت کان هٽي ڪري هڪ پرائمري استاد جي حيثيت سان بہ ڪيس ڏسجي تہ هي پنهنجي فرض ۾ ڪوتاهي ڪرڻ پاڻ لاءِ ڪارو داغ ٿو سمجهي تڏهن تہ گرمين ۽ سردين ۾ ڳوٺ کان پنج ڪلوميٽر پري روزانہ پيادل اسڪول وڃي ٻارڙن کي جنهن پيار ۽ پنهنجائپ سان پڙهائي ٿو. اهڙا قابل فخر استاد آڱرين تي ڳڻڻ جيترا ئي هوندا. توئي جو هُو ٿورڙي ئي عرصي ۾ پنهنجي نمائي پيو، شفيق امڙ محبوب گهر واري ۽ دوستن جهڙي جوان پاءُ جي وڇوڙي جو ڏک پنهنجي

اندر ۾ ڪٽي هلي ٿو پر بقول سندس اسڪول ۾ پڙهندڙ ٻارن جو پيار ئي آهي جيڪو سندس دل کي سڪون ڏي ٿو ۽ ڪيس جيئڻ لاءِ اتساهه بخشي ٿو.

آخر ۾ آئون پنهنجي هن يار جي شاعري ۽ شخصيت جو احاطو ڪندي ائين ئي چوندس تہ هي اسان جي سماج جو هڪ اهڙو فرد آهي جيڪو بي ترتيب ۽ غير منظم هوندي بہ گهڻ پاسائون جيئي ٿو. پنهنجي زندگي ۾ بہ پنهنجي شاعريءَ ۾ بہ اها زندگي جنهن ۾ هُو جيئي تہ انفرادي ٿو پر پاڻ مٿان اجتماعيت لاڳو ڪري ڇڏيندو آهي ۽ اُها شاعري جنهن ۾ هُو جُز هوندي بہ ڪُل ٿيو وڃي، جنهن ۾ هُو اوچتو انڪشاف ٿي ظاهر ٿئي ٿو جنهن ۾ هُو فنا ٿي بقا وڻ ٿو جنهن ۾ هُو پاڻ کي وڃائي پاڻ کي ڳولهي ٿو جنهن ۾ هُو خاموش رهندي بہ ڪا صدا ٿي گونجي ٿو جنهن ۾ هُو پنهنجي چريائي سان پيار ڪري اسان کي ڏاهپ جا ڏس ڏي ٿو

هُو هميشہ غم ڪٽي گهمندو رهيو
درد جي موسم ڪٽي گهمندو رهيو.

شخص پي چا شخص هو جو پاڻ سان
عشق جا عالم ڪٽي گهمندو رهيو.

ويا زخم هن جا بہ ٿي ناسور پر
لوڪ لئہ مرهم ڪٽي گهمندو رهيو

۽ نفرتن جي هن بي وڙي نگريءَ اندر پيار جا پرچم ڪٽي گهمندڙ منهنجي هن شاعر دوست لاءِ منهنجي اها ئي دعا آهي تہ هي هجومن ۾ تہ پلي اڪيلو هجي پر اڪيلائيءَ ۾ ڪڏهن بہ هجوم نہ ٿئي.



# هر دؤر ۾ زنده رهندڙ شاعري

اسان جو ايندڙ عهد ڪهڙي شاعريءَ کي وڌيڪ پنهنجائيندو يا ان ۾ زندگيءَ جي سمورين سچاين، پيچيدگين، حسناڪين ۽ الميين کي اظهاري سگهندو!؟ انهيءَ جو فيصلو ڪرڻ منهنجي لاءِ انهيءَ ڪري مشڪل ناهي جو منهنجي نظر ۾ هڪ اهڙو شاعر موجود آهي جنهن وقت کان اڳ ئي سنڌي شاعريءَ کي اهي ڏاتون عطا ڪيون جيڪي اڄڪلهه ٿيندڙ گهٽتي جهڙ ولوڙ کان پوءِ به پنهنجي ڀرپور تازگي رکن ٿيون ۽ انهيءَ دؤر ۾ جڏهن نثري نظم هڪڙي مخصوص دائري ۾ گهمي رهيو هو تڏهن به هي لکي رهيو هو:

کميل ميدان ۾ هوائون
پنهنجا رستا جوڙي
ڊوڙنديون ٿيون وڃن

هو پنهنجي نظر ۾
اڀترو ته out of date ٿي ويو آهي
جو پاڻ کي خريدڻ لاءِ تيار ناهي

1990ع ۽ 1992ع ۾ جڏهن سنڌي نثري نظم ادبي سطح تي نه ڀر تفريحي بنيادن تي پئي لکيو ويو ان دؤر ۾ هن پنهنجي عهد کان اڳتي اچي، نئين ۽ چرڪائيندڙ تخليقي سگهه سان سنڌي نثري نظم لاءِ نوان گس، گهيڙ ۽ گهاڙيتا تخليق ڪيا. آئون پنهنجي مڪمل يقين سان ڪنهن جي اختلاف جي پرواهه ڪرڻ بنان، بغير ڪنهن جهجهڪ جي اهو نالو ٿو کڻان، جنهن ڪنهن جي اطاعت قبول ڪرڻ بجاءِ خود کي پنهنجي شاعريءَ ۾ زندگي جي همه گيري جي ڪري نروار ڪيو آهي. اهو آهي محمد بخش مهر، جنهن کي سموري سنڌ پيار مان بخشڻ مهر اٺوي جي نالي سان ياد ڪري ٿي.

بخشڻ مهر اٺوي جي شاعري کي جڏهن آئون مختلف زاوين سان ڏسان ٿو ته هڪڙي رسيع ڪائنات منهنجي اڳيان نروار ٿي پيئي ٿي جنهن ۾ موضوعن جي

جامد ۽ متحرڪ تخليقي قدر

ابديت بہ آهي تہ منظرن جي توسيع بہ آهي. آئون سوچيان ٿو فرسودگيءَ واري انهيءَ دؤر ۾ بہ هن جا تخليقي مدر ڪيترا نہ جاندار، جنادار ۽ اهميت جوڳا هيا جو بہ ڏهاڪا گذرڻ بعد بہ اهي پاروتا. ڏنڏلا يا متروڪ ٿيڻ بجاءِ اڄ بہ جديد سنڌي شاعريءَ تي پنهنجا اثر ڇڏين ٿا. سنڌس شاعريءَ جو مقدار توڙي جو گهٽ آهي، پر معيار جي حوالي سان انهيءَ کان اهوئي ماڻهو انڪار ڪري سگهي ٿو جنهن جي شعري وراثت ڪنهن بہ هڪ جامد لاڙي کان اڳتي نہ وڌي.

بخشڻ وٽ جيڪو انسانيت جو اجتماعي ڪرب آهي، اُن هن جي اندر جي شانتي کي هڪ اهڙي شعور سان واڳيو ڇڏيو آهي جو هُو پلي نروان وٺڻ بہ چاهي پر سندس اندر جي ڪلپنا کيس جرئت سان اظهار ڪرڻ يا فرد جي محدوديت تائين مطيع نہ ڪري سگهندي.

## ڏاهن ڇيو

جڏهن سوچ ۽ شعور جو قتل ٿئي ٿو
تہ فنا جا امتحان
پڌرا ٿي پوندا آهن
اسان فنا جي ڪنارن تي ويٺل آهيون
۽ وقت جي ايندڙ
گهمسان جي جنگ جا سائرن
مسلسل
اسان جي ڪنن ۾ ٻري رهيا آهن
زندگي!
وڏيل شيو جيان
بي سُري ۽ اداس ٿي ويئي آهي
۽ اسان جا گهر
قتل گاهون بڻجندا وڃن
اسان ماني ڪائڻ بجاءِ

**جامد ۽ متحرڪ تخليقي قدر**

گولين ۽ ڳالهين سان پيٽ پري ڇڏيا آهن

سنڌي رسالن ۾ آئون وقفي وقفي سان سندس نثري نظم ته پڙهندو رهيس پر جڏهن اهي سندس ڪتاب "التجا" ۾ گڏ پڙهيم ته پهريون خيال منهنجي دل ۾ اهو ئي آيو ته هي عاجزانه ۽ فقيرانه طبيعت رکندڙ شاعر آفاقي نقطه نظر اظهاريندڙ شاعر آهي ۽ هن خود کي به خبر ناهي ته هُو ڪيترو سگهارو شاعر آهي. هن جي پنهنجي ڌرتي، سرتي ۽ سونهن سان جيڪا ڪمٽمينٽ آهي، سندس شاعري انهيءَ جي مظهر آهي. آئون حيران آهيان ته گهڻن شاعرن جيان هن کي هنرمندي جو نشو اچي. شاعري ۾ هنرمندي نه اچڻ ڪري هي اُٺ ڪتابن بجاءِ فقط هڪڙي شعري مجموعي جو خالق آهي، جنهن ۾ معروضي حالتن موجب نه پر هر قيد کان آجو ٿي پنهنجي دل ڪاڳر تي لاهي رکي ٿو ۽ ڪٿي به ڪنهن به التي جو شڪار ٿيڻ بجاءِ نج پنهنجي سڃاڻپ کي برقرار رکيو اٿس ۽ سنڌي شاعريءَ ۾ هڪ اهڙي منصب تي بيٺل نظر اچي ٿو جو هن جي لکڻين جا محور به پنهنجا آهن ته موضوع به پنهنجا آهن.

**تالا**

تالا سخت پريشان ڪن ٿا

وڏي پنڌ کان پوءِ، پهچڻ تائين

اهي ڪنهن دوست جي ڪمري تي لڳل هجن

يا ڪنهن جي دل تي

تالا ڏاڍو پريشان ڪن ٿا

شيطان گنجا ٿي ويندا آهن

پر رٽائر ناهن ٿيندا

**شڪاري**

سڄي دنيا جا شڪاري

رحم ناهن کائيندا

شڪار کائيندا آهن.

**جامد ۽ متحرڪ تخليقي قدر**

سندس ڪتاب پڙهندي مون اهو به نوٽ ڪيو آهي ته هُو پنهنجي شاعري ڪي جلدي جلدي اُڪلائڻ بجاءِ ڏيمي ڏيمي نموني ڪٿي ٿو تڏهن ته اُن جا Bonafides مضبوط به آهن ۽ سيني مثبت آدرشن جا آئينه دار به آهن. مختلف فلسفن جا شارح يا نقاد پنهنجي مخصوص نمبر جي عينڪ سان جڻ ته ڪنهن نامعلوم ڏسا ڏانهن روان دوان هوندا آهن ۽ اُهي شاعريءَ مان محظوظ ٿيڻ بجاءِ ان جو اهڙو ته پوتاميل ڪندا آهن ۽ شاعري کي ايئن ته پنهنجي طابع ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا آهن جو اُها پڙهندڙ جي دل ۾ ڪو به جذبو ڪا به حرڪت يا حيرت نه پيدا ڪري سگهي پر بخشڻ جهڙن سچيت تخليق ڪارن جي شاعري فلسفن جي اڳيان اڳيان هلندي آهي ۽ فلسفا سندس پويان ٻوڙي ٻوڙي ساٿا ٿي پوندا آهن.

سُقراط جي اندر ۾ ڇا هو
زهر ڪان وڏيڪ ڪوئي نٿو ڄاڻي سگهي

ڄاڳندڙ اکين جو انتظار
سقراط جي زهر ڪان به وڏيڪ
اذيت ناڪ ۽ ڪڙو آهي

## پاڻي+ پاڻي

پاڻي اڄ ناهي مايي سگهندو
تنهنجي اکين جي اُڄ کي
مون پنهنجي جسم سان مايبو آهي
۽ اسين ٻئي
پاڻي پاڻي ٿي ويا آهيون

ڪانٽ چيلي چوي ته "انساني ذهن محدود آهي" پر ڪانٽ کي اسان اهو چوڻ جو حق ڪونه ڏينداسين ته "شاعري محدود آهي" جو ته شاعري ۽ ذهن به الڳ الڳ شيون آهن. آئون ته ائين چوندس ته شاعري جو ذهن يا عقل سان ڏري جو به تعلق ناهي ۽ متحرڪ تخليقي قدر

ناهي. عقل ۽ ذهن حسن جا قائل آهن ۽ شاعري سيني حدن کان مٿانهين آهي. اها وجداني شاعرن جي ٿي واري جي ڳالهه آهي. آتون عقليت کان وانجهيل شاعري جي حق ۾ ناهيان. پر اسان ان عقليت کي قبول تا ڪريون جيڪا وجدان جي معجزن جي منڪر نه هجي. شاعري شاعري آهي ڪو مذهب ته ناهي جو بس حتمي هجي ۽ جيستائين ڪائنات جو وجود آهي ڪا به ڳالهه حتمي ناهي. اهڙا سوين اسرار اسان تي اڃان به ڳُڻا آهن جن کي سلجهائڻ شاعريءَ جي ئي وس ۾ آهي. مثال جي طور تي بخشڻ جي نظمن جون هي سٽون ڏيئي سگهان ٿو.

- سيني بيمارين جا پير اگهاڙا آهن
- ڪپڙن جي ماپ جوان ٿي چڪي آهي
- شباب ڪيترو عذاب ٿو ڏي, اهو چاهي پنهنجو هجي يا پرايو
- ڪائي ڦٽي جو وجود ابتدا کان ئي نه هجي ها
- ڇو ڪريون دريون جيان اندر ۽ ٻاهر ڪمنديون رهن ٿيون
- خيال موت جيان اوچتو اچيندا آهن
- تصويرون نماز ناهن پڙهي سگهنديون
- هر ننڊ جو رنگ ڪارو هجي ٿو
- جيڪي مرده شيون کائين ٿا, انهن کي ڪو به نٿو کائي
- بانسريءَ جا سُر صدين کان جوان رهندا اچن. اُن کي وڄائيندڙ هٿ پوڙها ٿي وڃن ٿا

جيستائين ڪو به تخليق ڪار پنهنجي اندر ۾ متحرڪ ناهي. تيستائين ان جي شاعري جامد ئي رهندي ۽ انهيءَ جا تخليقي قدر ڪوڪلا ۽ هڪڙي دائري تائين ئي محدود رهندا. پنهنجي اندر ۾ متحرڪ ٿيڻ لاءِ ڪنهن به رياضت جي ضرورت ناهي. رياضتون ته عبادتن ۾ ٿينديون آهن. شاعري ته ماڻهو جي ٽُٽي پوڻ جو اعلان آهي. ماڻهو کي جوڙي سگهڻ جي دعوي آهي. شاعري ته هڪ پناهه گاهه آهي. اها ته عشق [illegible]
[illegible]
[illegible]

بکڙيل مهاڳ ڪنهن فرضي نالي سان لکي ٿو ۽ هر سٺي شاعريءَ کي غير فصيح، پرتيءَ جا لفظ، غلط استعارن جو استعمال، استعارن جو غلط استعمال، ابهام جو شڪار سمجهندو آهي. اهڙن ڇت تي لٽڪيل پکي جهڙن نقاد نما شاعرن لاءِ بخشڻ جي شاعري پلي Vanishing point هجڻ پر اها بنان ڪنهن شڪ جي مظهر لغاري جي لفظن ۾ هتراڌو شاعرن تي نہ فقط فوقيت رکي ٿي پر انهن جي ڪيترن ئي برزبان ياد ڪيل دقيانوس اصولن کان بہ ماوراء آهي ۽ انهيءَ جو اظهّار ايترو تہ اثرائتو ۽ گهڻ رُخو آهي جو اسحاق سميجي جي لفظن ۾ اهڙا بي مثال مصنوعي شاعر تنقيد ڪندي برڪلائجي ڊائليڪٽيڪل مٽيرلزم، پوسٽ ماڊرن ازم، سرئيلزم، وجوديت ۽ ڊاڊا ازم وغيره کي سامهون رکي پوءِ پيا مکڻ مان وار ڪڍندا آهن پر بخشڻ مهراڻوي جي شاعري جي آڏار شاعريءَ جو شڪار ڪنهڙ اهڙن "عالمن" کان گهڻي مٿانهين آهي اهو آئون نٿو چوان خود بخشڻ جي شاعري ئي چوي ٿي.

نہ هلي ٿي سگهيس، نہ ئي روڪي سگهيس

ڪير بيهندو پلا، وقت ڪنهن کي هيو؟

پاڻ کان جيڪي رهجي ويا

سي ڪيئن بيهر پهر لهون.

هن تہ ڏاڍا وڏا بند آهن ٻڌا

خيال چوليون هيون سي تہ ڇُلندا رهيا.

سچو لوڪ پنهنجو ڏکري تي ويون

مگر تنهنجي در تان ٺڪاريل اکيون.

تــنهن كــي دريــا پــلا چــا پوڙينــدو
عشــق جــنهن جــو واهــرو آهــي

چــم چــم مــان كــو زخــم چڻــي تــو
ڏور هـــوائن جـــي ســـرگم تـــي
كيــر پــرين جــو نــانءُ كڻــي تــو

مونكي بخشڻ مهرائوي جي نثري نظمن تي ئي مكمل لكڻو هو پر سندس غزلن جي انهن بندن جو جيكو وايومنڊل هو جيكا كشش هئي، اها كنهن به هك درؤر تائين محدود نه هئي. مون كي يقين آهي ته بخشڻ يا كنهن به شاعر جون اهڙيون ستون هك كلاسيكل ورثو تي پٺي پراٺيون كونه ٿينديون ۽ اهي كيترن ئي گس وچائي وينل شاعرن لاءِ سُونهُون به ٿينديون.

هك كولمبيائي چوڻي آهي ته وڏو جمپ (ٽپ) لڳائڻ لاءِ به پير پوئتي هٽڻو پوندو آهي. اسان جيكڏهن اصلاحي معنيٰ ۾ وٺون ته جدت ڏانهن جمپ (ٽپ) هڻڻ كان پهرين اسان كي به پير پنهنجي كلاسيكل ورثي ڏانهن موٽڻو پوندو. پر مونكي خبر ناهي چو ته فنونِ لطيفه جي كنهن به شاخ ۾ اسان آهسته آهسته وڌڻ يا به پير پوئتي هٽڻ بجاءِ جمپ ئي ڏيندا آهيون ۽ ڏو وچي كڙيي اندر كرندا آهيون (كڏهن كڏهن اهو گندو نالو به هوندو آهي) پر بخشڻ جو سمورو تخليقي سفر انهيءَ ڳالهه جو گواهه آهي ته هن شوقيه جدت كي پاڻ مٿان حاوي ناهي كيو. هن جا گهاڙيٽا يا موضوع كلاسيكل لهجي سان ائين ته ڳانڍاپيل آهن جو اهي هك دؤر كان ٻئي دؤر تائين جو مسلسل سفر ئي لڳن ٿا ۽ اهي سندس انوكي اسلوب مان اُجل كائي نكتا آهن. هن پنهنجي شاعري جا تاجي پيتاكي پاڻ ناهن اُڻيا پر انهن كيس پنهنجي حصار ۾ آئي اظهار جي آزادي ڏني آهي. چا بخشڻ جو هي نظم پڙهندي اسان جي ذهن تي پيتائي جي سُر سامونڊي جو كو اهڙو بيت نه ايندو جنهن ۾ كا وڻجاري پنهنجي جواني جو ذكر كندي آهي يا كو هندي دوهو ياد نه ايندو آهي جنهن ۾ كا ناري چوندي آهي ته بار هجي ته سنيالي.

**جامد ۽ متحرك تخليقي قدر**

ڏُتاري ونان ها پر هيءَ جواني مون کان نٿي سنڀالجي سگهجي، منهنجا پرديس ويل پرين جلد ورڻ جي ڪر.

شباب ڪيترو عذاب ڏي ٿو

اهو چاهي پنهنجو هجي

يا پرايو!!

جيڪڏهن ڪو نقاد هنن سٽن کي جماليات بجاءِ سيڪسوئل خواهشن جو اظهار چوي ته ان جي فهم تي رحم ئي ڪري سگهجي ٿو. آخر ۾ آئون ايئن چوندس ته بخشڻ شاعريءَ ۾ ڪا سيڙپ ناهي ڪئي پر شاعريءَ هن کي خريدي ڇڏيو آهي تڏهن ته اها بي مُلهي تي پيئي آهي ۽ دل کان وٺي ديس جي دائرن تائين پهچي، عالمگيريت جي اظهار تائين ڦهلجي ويئي آهي ۽ پنهنجي دوام جي دعويٰ کان، يا فتويٰ يا ڪو سرٽيفڪيٽ وٺڻ کان به لاپرواهه آهي. نزول ڇا آهي، ظهور ڇا آهي؟! مذهبي طور اهو مامرو ته ڏاڍو مُنجهيل آهي پر شاعريءَ ۾ ايترو ته ڇٽوءِ واضح آهي جو انهيءَ جي پرک لاءِ پاڻ کي پري نه بس پنهنجي دل تائين ئي وڃڻو آهي. دل جي گواهيءَ کي اهو شخص ئي رد ڪري سگهي ٿو جيڪو پنهنجي ڪتبي لاءِ ڪو پسنديده شعر ڳولهڻ لاءِ شاعري جي ڪتابن ڏانهن نه پر قبرستان وڃي ڪتبن تي لکيل شعرن کي پنهنجي ڊائري تي اتارڻ جي عادت ۾ مبتلا هجي. جيڪڏهن اهڙو ڪو شخص پنهنجي ڪتبي لاءِ ڪو شعر ڳولهڻ لاءِ بخشڻ مهراڻوي جي ڪتاب طرف سفر به ڪري پر کيس مايوسي پلئه پوندي، ڇو ته هيءَ هڪ زنده دل شخص جي شاعري آهي جيڪا هر دوَر ۾ زنده رهندي هر عهد ۾، هر مڪان ۾، هر دل ۾، ڇو ته هن وٽ پنهنجي جيئڻ جا مظبوط جواز آهن. هيءَ ٽُٽل تارين تي آکيرا ناهيندڙ پکين بجاءِ سمونڊن مٿان اُڏار ڪندڙ پکين جهڙي شاعري آهي سا به اهڙي شاعر جي جنهن کي پوهه جي ٿڌن ڏينهن ۾ محبوبا گرم اُس جو ڏِڪ پيئاريندي رهي ٿي. اهو گرم ڏِڪ هن جي شاعري لاءِ آبِ حيات آهي. هن جي شاعري جو وارث آهي. مون کي فخر آهي ته جنهن شاعري جي وارث هر دوَر ۾ سونهن ٿي هجي، انهيءَ جي فنا بقا يا ثبات بابت سوچڻ گورڪنن جو ڪم آهي اسان جو نه!



طارق عالم سان فون تي ٿيل گفتگو

# آٽو گراف پليز......!!

سچي ڳالھ اھا آھي تہ طارق عالم ابڙو جيئن جي پنھنجي منفرد رنگ، ڍنگ ۾ لکڻين جي ڪري اھو مون لاءِ هميشہ ڪنھن ديو مالائي ڪردار جيان رھيو. سندس مختلف رنگ روپ مون لاءِ هميشہ پراسرار ٿي رھيا ۽ جن اسرارن کي ڄاڻڻ جي هميشہ خواهش رھي. دوست ٻڌائيندا هئا تہ هو جيترو کهرو ۽ تلخ آهي اوترو ئي نرم بہ آهي. طارق ڪچي نموري بہ آھي تہ سنڌڙي انب بہ. ٻٻر جو ڪنڊو بہ آهي تہ سياري جي بارش بہ. سو طارق سان ڪچهري جي خواهش هميشہ دل ۾ رھي. هڪ ڏينهن منهنجي دوست جام آدرش سان فون تي ڪچهري ڪندي طارق عالم جو ذڪر نڪتو جام کان طارق جو نمبر ورتم ڪافي ڏينهن نمبر مون وٽ رھيو پر ڪيس فون نہ ڪري سگھيس. سوچيم ٿي سگهي ٿو جنهن وقت آئون طارق کي فون ڪريان ان وقت هو ڪچي نموري هجي ۽ طارق بابت جيڪي ذهن ۾ تصور آهن اهي مٽيءَ جو ڍير ٿي وڃن.

هڪ ڏينهن طارق کي گڊ مارننگ وارو S.M.S ڪيم يڪدم ريلائي ڪيائين Tanx adal ۽ پوءِ هڪ ڏينهن طارق کي فون ڪيم.

هلو طارق سائين؟

طارق: جي ادا

سر آئون فراق هاليپوٽو تو ڳالهايان ٽنڊوباگو کان!

طارق: ڪيئن آهيو... خوش آهيو

جي سر بلڪل ٺيڪ ٺاڪ سر توهان کي ڊسٽرب تہ نہ ڪيم؟

طارق: نہ نہ مان گهر فارغ ويٺو آهيان...

توهان ڀڏايو؟......... مهراڻ لاءِ شاعري موڪليو يار.

سر مون ڀ تي مهينا اڳ اماڻي هئي الئه شايع ٿي يا نه؟

طارق: نه نه فراق تون تمام سٺو شاعر آهين مون تازي پرچي ۾ تنهنجي نثري نظم شايع ڪيو آهي ۽ ايندڙ پرچي لاءِ ٻه هڪ نظم سليڪٽ ڪيو آهي.

سر مهراڻ هتي ٽنڊوباگو ۾ ته ڇا پر بدين ۾ ٻه ناهي ايندو سو مونکي نظم شايع ٿيڻ جي خبر ئي ناهي.

طارق: اڇا... چڱو مان چوان ٿو ڪتاب گهر وارن کي توهان پنهنجي ايڊريس Send ڪريو. پرچو توهان کي اماڻيندا.

سر اهي توهان جا قرب ٿيندا.

طارق: نه نه ڪا ڳالهه ناهي پرچو توهان کي اماڻيون ٿا.

.اوڪي ٿئنڪس سر.

طارق: اوڪي ٿئنڪس ادا.

اها هُئي طارق سان منهنجي پهرين فون تي ٿيل گفتو. تنهن بعد سارنگا جي مارڪيٽنگ جي سلسلي ۾ طارق, اسحاق سميجي ۽ علي دوست عاجز سان گڏ ٽنڊوباگو آيو حالانڪ هنن جو پروگرام ته بدين جو هو پر منهنجي زور ڀرڻ تي اسحاق ٽنڊوباگو اچڻ جي ٻه حامي ڀري ڀر ان ڏينهن آئون اوچتو اوچتو پنهنجي هڪ ذاتي مسئلي جي ڪري ڏاڍو ڊسٽرب ۽ اندورني طور انتشار ۽ پيچ ڏاهه جو شڪار ٿي پيس ۽ ڏاڍي تڪڙ هيم همراهه وڃن ته آئون پنهنجي مسئلي کي ڏسان. تقريبن ڏيڍ ٻه ڪلاڪ طارق ۽ اسحاق وارن پريس ڪلب ٽنڊوباگو ۾ گذاريو پر آئون ساڻس (طارق سان) ڪابه ڪچهري نه ڪري سگهيس. البته هو ٽنڊوباگو جي ٻن دوستن ڪامريڊ اشو لوهاڻه ۽ شاهجهان سمون, جيڪي طارق جا مداح هئا انهن سان ڪچهري ۾ مشغول هو ۽ هُنن سان هنن جهڙو تي سندن ذهني وسعت موجب ساڻن ڪچهري ڪري رهيو هو. ڇوڪرا يڪدم ساڻس ڌري تي ويا ۽ عجيب عجيب سوال ڪري رهيا هئا. ڪنهن ڪنهن مهل طارق ۽ ڇوڪرن جي ٽهڪن جا آواز ٻه ٻڌڻ ۾ پئي آيا.

## جامد ۽ متحرڪ تخليقي قدر

هڪ ڏينهن عمر ڪوٽ جي دوست انور ساند ميسيج ڪيو تہ ڪلھ جي عبرت اخبار ۾ هڪ ڪالم نگار لکيو آهي تہ طارق عالم جو ناول رهجي ويل منظر. غازي صلاح الدين جي ڪتاب "اڪ محبت سؤ افسانے" جو الٿو آهي ۽ طارق جي ناول جا ڪافي ٽڪرا ان مان کنيا ويا آهن. ڪجھ ڏينهن ترسي طارق سان ان سلسلي ۾ يوفون پيڪيج تي ڊگهي ڪچهري ڪيم. ان ڪچهري جو اڌ حصو مون فون تي رڪارڊ بہ ڪيو. پر ست تاريخ منهنجي ننڍڙي راول فون سان کيڏندي کيڏندي اها گفتگو بہ ڊليٽ ڪري ڇڏي پر سمورا گانا آڊيو وڊيو نمبر وغيره پڻ ڊليٽ ڪري ڇڏيا. ڇاڪاڻ تہ اها گفتگو مون ڪافي دفعا ٻڌي بہ هئي ان ڪري منهنجي ذهن تي بہ آهي ۽ بيو تہ طارق سوڪلائي ويو آهي مون کي بہ هن دنيا مان لڏڻو آهي سو خدا کي حاضر ناظر ڄاڻي اها گفتگو جيئن جو تيئن لکان ٿو ۽ ها اسان ان گفتگو ۾ بار بار انهي ڪالم نگار جو نالو بہ کڻندا رهياسين پر هتي آئون سندس نالو ان ڪري نٿو لکان جو بقول طارق جي انهيءَ شخص کي ايتري اهميت ئي ناهي ڏيڻي ۽ نالو ڪمائڻ لاءِ ڪجھ ماڻهو اهڙا ڏنڌا ۽ حرڪتون ڪندا آهن سو نالو ڪونہ ٿو لکان باقي طارق سان ٿيل گفتگو جيئن جو تيئن ڏيان ٿو.

هيلو.

طارق سائين... فراق ٿو ڳالهايان

طارق: جي جي خوش آهين فراق

فراق... جي سر فس ڪلاس

طارق... ڪٿي گم ٿيو وڃين؟ ........ ... يلا مهراڻ مليو؟

......... ها سائين بہ پرچا مليا آهن...... سر هڪ عرض ڪرڻو هيو توهانکي؟

طارق: جي جي ٻڌايو

.......... سر ڪجھ ڏينهن پهرين هڪ اخبار ۾ هڪ ڪالم شايع ٿيو آهي تہ طارق عالم جو ناول "رهجي ويل منظر" غازي صلاح الدين جي ڪتاب "اڪ محبت سؤ افسانے" جو الٿو آهي. ڪيترائي جملا هوبهو انهيءَ مان کنيا ويا آهن؟

**جامد ۽ متحرڪ تخليقي قدر**

طارق: ها ها مون ڪالم پڙهيو ناهي پر ڪنهن دوست مونکي ٻـ ٻڌايو آهي.

..... سر توهان ان باري ۾ ڇا ٿا چئو؟

طارق: مان ڇا چوان ؟...... يار مان ڪا ٻـ وضاحت نٿو ڪريان.

..... سر اسان توهان جا پڙهندڙ ۽ عاشق آهيون. پڙهندڙن سان تـ وضاحت ڪري سگهو ٿا.

طارق... يار اگر وضاحتون ڪيون وڃن ها تـ هيستائين جيڪو ادب تخليق ٿيو آهي شايد ان کان وڌيڪ وضاحتون هجن ها.

..... ها سر توهان سهي ٿا چئو پر هي ڪر فڪري حوالي سان تنقيدي مسئلو ناهي، فڪري تضاد جي ڳالهـ ناهي، توهان تي چوري جو الزام آهي.

طارق... توهان ان ڪالم نگار سان ڳالهايو.... ان کان پڇو.

.... سر ان جو تـ مون وٽ نمبر ناهي

طارق... پوءِ توهان ڪٿان ان جو نمبر هٿ ڪريو..

.... پر سر آئون ان کان پڇڻ نٿو چاهيان. ٻيو تـ ڪافي ماڻهو جيڪي نوان نوان پڙهندڙ آهن انهن تي منفي اثر پوندو ۽ توهان جو جيڪو اميج آهي....

طارق... منهنجو اميج انهي ڪالم سان نٿو ڪري سگهي. پڪ ڄاڻ.

... چلو سر مون هٿيار ڦٽا ڪيا. پلا ذاتي طور تي توهان مونکي ڪجهه ٻڌايو.

طارق... اصل ۾ ڇا ٿئي جو اهو ناول 60ـ65ع ڌاري ڇپيو آهي.

.... سر اهو ناول ناهي چون ٿا آتم ڪٿا آهي

طارق... يار مونکي اها ٻـ خبر ناهي تـ اهو ناول آهي يا آتم ڪٿا.... اصل ۾ مان غازي صلاح الدين کي ائڙ اي جنرلسٽ سڃاڻان ٿو. هو ڪو رائٽر بـ آهي مونکي ان جي گهڻي ڄاڻ ناهي.

.... سر معنيٰ توهان سندس آتم ڪٿا ناهي پڙهي؟

طارق... ها چيم نـ مونکي جنهن جي خبر ناهي تـ اها آتم ڪٿا آهي يا ناول.. اصل ۾ ٿيندو ائين آهي جو ڪي ڪي ماڻهو پنهنجو قد ڪاٺ وڌائڻ لاءِ عجيب شوشا ڇڏيندا آهن. نالو ڪمائڻ جي چڪر ۾ ڇٽي ڇهه ماهي ڪا نـ ڪا حرڪت ڪندا

آهن ..... ڇا مان ان بابت نٿو لکي سگهان يا منهنجا دوست ان کي جواب نٿا ڏئي سگهن !؟ هڪ ٻن دوستن مون سان اهڙو اظهار بہ ڪيو هو پر مون ڇئي ڇڏيو همراهہ کي ايڏي اهميت نہ ڏيو........... سياڻي ڪنهن ٻئي تي الزام هڻيو وينو هوندو.

..... ها سر توهان ڳالهہ پئي ڪئي تہ توهانکي ان ڪتاب بابت ڪا گهڻي ڄاڻ ناهي.

طارق: ها ........... مان تہ بانو قدسيہ قرة العين يا جميلہ هاشمي کي اردو ادب ۾ گهڻو پڙهيو آهي احمد عباس آهي يا هو ڇا نالو اٿس..... ياد ڪونہ پيو اچي ان کي گهڻو پڙهيو آهي اگر ان حوالي سان الزام هجي ها تہ تي سگهي ٿو مون کي ڪا ڇنڊ ڇاڻ ڪرڻي پوي ها.

تي سگهي ٿو لاشعوري طور ڪو جملو مون کان لکجي ويو هجي ..... توهان ڏسو نہ منهنجي ناول جا پنهنجا زندهہ ڪردار آهن نصير آهي زيب رضيہ آهي ابڙو آهي.... اهي سڀ ڪردار اڄان زندهہ آهن ٻيو تہ ان ناول جو پنهنجو هڪ پس منظر آهي منهنجي داخلي وارتا ۽ ڪيفيتون آهن ان ۾ ناول جا ڪافي حصا مون وقت بہ وقت نصير ۽ زيب کي پڙهي بہ ٻڌايا پئي ويندي ادل ۽ اياز گل تائين منهنجي انهيءَ ناول لکڻ واري عرصي جا گواهہ آهن ۽ جيستائين تعلق آهي......

(ان دوران سگنل ڊراپ ٿيڻ ڪري طارق جو آواز ڪٽجي وڃي ٿو آئون هلو هلو ڪندو رهان ٿو طارق جو آواز نٿو اچي آئون ڪال ڊراپ ڪري ٻيهر ڪال ڪريان ٿو)

ها سر توهان ڳالهہ پئي ڪئي

طارق: مان سمجهان ٿو ڳالهہ مڪمل ٿي چڪي آهي.

..... سر آئون ان سلسلي ۾ لکڻ ٿو چاهيان توهان جي ڇا مرضي آهي؟

طارق: منهنجي مرضي ناهي توهان ڪو مضمون ڪالم لکو ٿا يا نہ اهو توهان جي مرضي آهي باقي مون سڀ ذاتي طور توهان کي ٻڌايو آهي.......... اگر توهان لکو تہ ان جو موقف بہ ضرور ڏجو هن کان بہ ڪجهہ حال احوال وٺجو.

...... سر آئون ڪوشش ڪندس تہ ڪتان سندس نمبر هٿ ڪري هن سان بہ ڳالهايان.

**جامد ۽ متحرڪ تخليقي قدر**

طارق: توهان هُن سان تفصيلي ڳالهائجو تہ اهي ڪهڙا جملا يا منهنجي يا غازي صلاح الدين جي ناول ۾ ڪهڙا منظر هڪ جهڙائي رکن ٿا.

......... جي جي سر آئون هن کي چوندس تہ توهان هيڏو سارو الزام هنيو آهي يا انهيءَ الزام کي الزام ئي رهڻ ڏيو يا ڪجهہ حقيقتون بہ واضح ڪريو. اخلاقي طور توهان کي ان ڪالم ۾ بہ ڪجهہ ثبوت ڏيڻ کپن.ها پر توهان نلهي هوائي ڳالهہ ڪري پاڻ کي هوائي ڪالم نگار ثابت ڪيو آهي.

طارق: نہ نہ بس توهان هن کي بس ايئن چئجو غازي صلاح الدين جي ناول جا اهي حصا ترجمو ڪري پنهنجي ايندڙ ڪالم ۾ ڏي اخلاقي طور تہ هن کي خود ائين ڪرڻ گهرجي ها مان سمجهان ٿو اهو هڪ نيچ طريقو آهي شهرت ڪمائڻ جو......

يلا اهڙو ماڻهو کي مان ڪهڙو جواب ڏيان جنهن رڳو الزام هنيو آهي اگر سندس ڳالهہ ۾ وزن هجي ها تہ هو خود اهي حصا ڏي ها تہ مان ڪيس جواب ڏيان ها.

..... چلو سر نيڪ آهي هن سان جيڪا گفتگو ٿئي ٿي توهان جي گفتگو کي آڏو رکي ساڳي اخبار ۾ مضمون لکندس.

طارق: نيڪ آهي جيئن توهان کي سهي لڳي.

...... سر توهان کي منهنجو ڪتاب ڪيئن لڳو؟

طارق: ڪهڙو ڪتاب؟

....... سر سمنڊ کي سوچي تہ ڏس

طارق: فراق تنهنجو اهو ڪتاب مون ناهي پڙهيو تنهنجو اڳ هڪ ڪتاب پڙهيو هيم ٿوهر...... وغيره ڇا نالو هوس؟

.......... سر ٿوهر هينيان نند.

طارق: ها ها اهو ڪتاب مون پڙهيو آهي باقي هي ڪتاب مون ناهي پڙهيو.

......... سر اسحاق سميجو هٿان توهان لاءِ اماڻيو هيم.

طارق: مونکي ياد نٿو پوي تہ اسحاق مونکي ڏنو هجي مان پڇان ٿو اسحاق کان.

....... سر ڪجھ دوست چون ٿا تنهنجي پابند شاعري سني آهي پابند شاعري ڪر، ڪجھ چون ٿا نثري نظم سنا آهن نثري نظم لک سو توهان جيڪڏهن بئي ڪتاب پڙهي انهيءَ بابت ٻڌائيندو ته ٺرب ٿيندا.

طارق: چلو مان ڏسان ٿو ٻنهي ڪتابن کي.

......... چلو نيڪ آهي سر توهان جو الاهي ٽائيم ونئي ويو آهيان توهان کي ڊسٽرب ڪيم.

طارق: نه نه ڪا ڳالھ ناهي.

......... سر پوءِ موڪلايون؟

طارق: نيڪ آهي ادا..... مهرباني.

...... چلو سر نيڪ آهي باقي جئين ئي مضمون لکيم توهان کي ٻڌائيندس اگر ٻيهر ڪا ڳالھ پڇڻ جي ضرورت پيش آئي ته توهان کي وري به تڪليف ڏيبي.

طارق: نيڪ آهي فراق.

.... اوڪي سر

طارق: اوڪي مهرباني.

طارق سان ٿيل انهيءَ تفصيلي ڳالھ ٻولھ ڪان پوءِ طارق سان ٽي ڇار منٽ جون مختصر ٽي چار ڪچهريون ٿيون پر نه هن مضمون لکڻ بابت پڇيو ۽ نه مون ان بابت ذڪر ڪيو باقي ٻڌايائين ته تنهنجو ڪتاب مونکي نظر ٻيو اڇي اسحاق کان پڇڻ مون کان به وسريو وڃي باقي مهراڻ ڏانهن موڪليل ۽ تنهنجو ڪتاب "توهر هينان نند" پڙهي مان فيصلو ناهيان ڪري سگهيو ته توکي پابند شاعري ڪرڻ کپي يا نثري نظم لکڻ کپن. باقي منهنجي ذاتي راءِ آهي ته تون آساني سان جنهن صنف ۾ اظهار ڪري سگهين ان ۾ لک.

تنهن ڪانپوءِ مئي جو شايد آخري هفتو هيو طارق کي مون آخري دفعو ڪال ڪئي. چيائين فراق ڪجھ دوست آيل آهن ڏھ منٽ ڇڏي پوءِ ڪال ڪر ۽ پوءِ مون هڪ ٻئي دوست سان ڳالهايو بيلنس ختم ٿي ويو طارق سان نه ڳالهائي سگهيس ۽ پوءِ طارق جي طبيعت خراب رهڻ لڳي. جام آدرش ۽ اخبارن ذريعي معلوم ٿيو ته طارق

ڏاڍو ڪمزور ٿي ويو آهي. جهيڻو ڳالهائي ٿو ڪال ڪيس ڊسٽرب ڪري ٿي ۽ پوءِ طارق جي لفظن ۾ اسين سڀ مسافر آهيون ڪنهن اسٽيشن تي هڪٻئي کي Bye جو آٽوگراف ڏيئي هڪٻئي کان جدا ٿي ويندا اسين ۽ پوءِ غلام قوم جو خوددار ۽ آزاد ليکڪ اسان کي آئون ته ايئن چوندس ته حڪمرانن جي بي حسي جو نه پر پنهنجي غلامي جو ڀرپور احساس ڏياري اسان کي جاڳائي ڇاڻ هميشه لاءِ سمهي پيو. يار طارق شيڪسپيئر چيو آهي ته "منهنجا محبوب تون جڏهن به اسان کي ياد ايندين. اسان **کي پنهنجا گناهه ياد ايندا". اسان تنهنجي گنهگار ضرور آهيون پر يار ايئن اوچتو اوچتو آڌي ٽائي ڪنهن ويران اسٽيشن تي لهي پئين. يار** Bye جو آٽوگراف ته ڏيندو **وڃين ها!**

17 جولاءِ 2011



# دل ڪان دل تائين سفر ڪندڙ شاعري

جيڪا شاعري ڪنهن لازوال محبت جو منظرنامو نہ هجي، محبت، جنهن جا ڪردار ڪنهن خوف جي پاڇي هيٺ زندگي گذاري رهيا هجن ۽ انهيءَ شاعريءَ ۾ اهي پيچ ڏاهہ جو شڪار تي اظهار جي جرئت بہ نہ ڪري سگهن اها شاعري ڪنهن جي بہ تي سگهي تي. پر آئون اهو قبول ڪرڻ لاءِ تيار ڪونہ هوندس تہ انهيءَ شاعريءَ جو خالق احمد شاڪر آهي چو تہ احمد شاڪر جي شاعريءَ ۾، محبت ڪنهن مخصوص دؤر تائين محدود ناهي. اها محبت جي سيني دؤرن تائين نہ فقط محيط آهي پر ان جي الڳ ڪيفيتن کي ايئن تہ سگهاري نموني اظهاري تي جو انهيءَ کي سماج سان بغاوت ڪرڻ جو سڏ ڪونجي تہ بہ غلط نہ ٿيندو.

سچ پهاڙن پويان مُنهن پر پيو آهي
جاڻ پيو ڪر موڙي تڪ پيچي تو.

برف ڪري وارن تي، ڏُندڏ اکين ۾
۽ هُو عمر نچوڙي تڪ پيچي تو

احمد شاڪر جي شاعري نہ فقط نرالين دلين کي موهڻ جو فن ڄاڻي تي، پر پڙهندي ائين بہ محسوس ڪرائي تي. جيئن ڪو شخص طويل قيد ڪاٽي ٻاهر اچي تہ اتي ڪنهن خوبصورت منظر ۾ سندس محبوبا آجيان لاءِ اتاولي بيٺل نظر اچي. فڪري سطح تي سندس تخليقي عمل جذبن جي شدت ۾ قطعي نتو وهي. پر پنهنجو ڪارج ائين تہ جمالياتي انداز سان اڳتي آئي تو. جو جن جن مائٽن وٽ شاعريءَ کي

محسوس ڪرڻ جو تورو به ادراڪ آهي، انهن تي اهو عرفان به عيان ٿئي ٿو ته هي محض علامتون، ترڪيبون، تشبيهون ۽ استعارا ناهن پر عشق جي اهڙي سچائي آهي جيڪا سنڌي شاعريءَ مان گهٽي ياڳي ناپيد ٿي وئي آهي.

دردجي تشبيهه سان، هن دار کي ڪيئن پيتجي
دارسان دلدار جي ديدار کي ڪيئن پيتجي.

ڪير آ تاريخ کي اڄڪلهه پڙهي ٿو شوق سان
ڏور ماضيءَ سان نئين سنسار کي ڪيئن پيتجي.

هيءَ شاعري جنهن ۾ ڪا به اوپرائپ ناهي، تڏهن ته آسانيءَ سان دل جي گهراين ۾ لهي وڃي ٿي ۽ پڙهندڙ اها شاعري پڙهندي ڪٿي به پاڻ تي جبر نٿو محسوس ڪري پر هڪ چرڪائيندڙ خوشي سندس دل ۾ رقص ڪرڻ لڳي ٿي. انسان جي دل جيڪا پيار جي اڻپورتا جي ڪري هڪ رُڃ ۾ شديد اُڃ جو شڪار ٿيو وڃي، هڪ دوزخ ۾ تبديل ٿيو وڃي، انهيءَ رُڃ ،اُڃ ۽ دوزخ ۾ احمد جي شاعري سوين دلين لاءِ هڪ ڪورو گهڙو آهي، سياري جي بارش آهي ۽ ڳالهين ئي ڳالهين ۾ ٿڌو ٿي ويل اهو چانهه جو ڪپ آهي جيڪا محبوبا اڌ پيءَ هلڪي مرڪ سان پنهنجي عاشق کي آڇي ٿي.

کهڙي آئت توکي مان محبوب ڏيان
منهنجو روح آءِ جيڪو مون ۾ روئي ٿو.

پيار محبت جو اهڃاڻ چوان شاڪر
ڏاڍگو ڏاڍگو هڪ موتي پوتي ٿو.

احمد شاڪر کي اها خبر آهي ته ڪائنات جيتري پيچيده آهي، ان کي ڪو فلسفو ڪا سائنس ايئن آساني سان نٿي سمجهائي سگهي جيئن شاعري، جو ته جامد ۽ متحرڪ تخليقي ...

شاعري حيرتن کي حل ڪندڙ هڪ علم بہ آهي ۽ اچرج ۾ وجهندڙ هڪ انوکو جهان بہ آهي. انهيءَ اچرج ۽ حيرت کي اهو ئي شاعر آساني سان اظهاري سگهي ٿو جيڪو سيني وسعتن ۽ دائرن کان ٻاهر ٻيهہ پنهنجي دل ۾ هميشہ گهر ڪري ويٺل هوندو:

غمن سان گفتگو ٿيندي رهي هئي
اهو ڪم زندگي ڏيندي رهي هئي.

ويسو درياهہ پسائي هو ڪنڌيءَ کي
ندي پر ڪيڏانهن ويندي رهي هئي.

مونکي خوشي آهي تہ احمد شاڪر بہ هڪ اهڙو شاعر آهي جنهن کي ڏاهپ ڏک بہ ڏنا آهن ۽ هميشہ ڪجهہ نہ ڪجهہ ووڙڻ لاءِ آزاد بہ ڇڏيو آهي تڏهن تہ هو ڪڏهن نہ ورچي ٿو ۽ نہ ٿڪ ٻيجي ٿو ۽ جيڪي بہ مامون ۽ مونجهارا هن جي دل ۾ داخل ٿين ٿا انهيءَ کي هي شاعري جي ذريعي ئي حل ڪري ٿو.

ساري رات هُو ٻين لئہ جاڳي لکندو آهي
هڪڙو شاعر پنهنجو نور نچوئي ٿو.

هن جون اهڙيون رمزون نہ فقط سندس شاعريءَ ۾ ڪشادگي آڻين ٿيون پر هن جي اندر ۾ لڪي ٿڪي ڪنهن نظم، ڪنهن غزل جو روپ ڌاري ٻاهر نڪرن ٿيون. آئون سوچيان ٿو هن ننڍڙي ڄمار واري شاعر جي شاعريءَ جي ڪتاب جو جڏهن بہ ڪو ٿلهي چشمي وارو پوڙهو اديب مهاڳ لکندو تڏهن اها ڳالهہ سندس ذهن ۾ هوندي !؟ تہ دائمي شاعري اها ئي هوندي آهي، جيڪا نہ فقط پنهنجي عهد جو ادراڪ رکندڙ هجي پر مستقبل بہ ان کي، ان ڪري Disown نہ ڪري تہ اها ان جي آهنگ ۽ ڌارائن تي پوري هجي. احمد شاڪر جي شاعري يقينن مستقبل ۾ بہ موجود هئڻ جا اهڙا جواز رکندي جو اهو پوڙهو اديب پنهنجي سموري فهم کي هڪ جاءِ تي يڪجاءِ ڪري بہ اهو ئي چوندو تہ هيءَ شاعري ڪالهہ جُز هئي اڄ ڪُل ٿي رهي آهي. ڪالهہ بہ زوال کان پري هئي اڄ بہ ڪمال جي ويجهو آهي.

**جامد ۽ متحرڪ تخليقي قدر**

## سُور جو جنم

ايندڙ مهيني جي پنجين تاريخ تي
"جمنا" جي جنم جو ڏينهن آهي.
هاڻي هُوءَ چوڏنهن سالن جي
چائنٺ تي پير رکندي
چوڏهين جي چانڊوڪي بڻجي ويندي
"جمنا"جڏهن اسڪول ايندي ويندي آهي ته
گهڻن بگهڙن جي خيالن طرف
گهلجندي ريندي آهي
ڪاري رات رڙهڻ لڳي هئي
هُوءَ اگهور ننڊ جي نگريءَ طرف نڪري چڪي هئي
۽ انهيءَ رات جو آيل ننڊ ۾
هن جي جسم ۾ عجيب حرارت جو جنم ٿيو هو
۽ پوءِ جاڳ جو در کليو هو
حيرت هلندي هلندي جڏهن
اکين تائين پُڳي هئي ته
ڳوڙها بڻجي ويئي هئي
۽ انهيءَ پيڙاهه جي پروڙ
جڏهن جمنا جي ماءُ تائين پُڳي هئي ته
سُور جي سانوڻي سندس اکين مان
وسي پيئي هئي

مونکي خبر ناهي ته ڪانٽ ۽ هيوم جهڙن وڏن فلاسفرن ٽي.ايس.ايلٽ جو اهو جملو چونه دهرايو ته I do not know what is poetry? پر احمد شاڪر جي شاعري پڙهي آئون ضرور چوندس ته جيستائين شاعري پنهنجو آخري انڪشاف نٿي ڪري، تيستائين ڪولرج، بودليئر، والٽ ونمئن جهڙا شاعر به ايئن چوندا ته I

do not know what is poetry? ۽ آئون سمجهان ٿو جيڪي ماڻهو شاعري کي مڪمل سمجهڻ جي دعويٰ ڪن ٿا اهي ڪائنات جي انهن اسرارن کان ته وانجهيل آهن پر انهن جي دل انهيءَ ٻيڙيءَ تي ناهي چڙهي جيڪا سمونڊن ۽ درياهن ۾ نه پر محبت جي پاتالن ۽ ٻوڙن ۾ ترندي رهي ٿي ۽ انهن پاتالن ۽ ٻوڙن جو انت ڪٿي آهي؟ احمد شاڪر جي شاعري جيان آئون به انهيءَ کان اڻڄاڻ آهيان.

اهــو ڏيئــو اُجهــائڻ ڪيــر ڏينــدو  
منيــون مرڪــون وڃــائڻ ڪيــر ڏينــدو.

ڀڪــي ۾ منهنجــي هئــين رات سُــتل تــون  
.اهــي ڳــالهيون ڳلائــڻ ڪيــر ڏينــدو.

هن گلوبل وليج ۾ احمد شاڪر جي شاعري جيڪڏهن رضاڪارانه طور پنهنجي دل تائين محدود آهي ته ظاهر آهي هُوءَ محبت جون هزارين منزلون ڏوري انهيءَ نتيجي تي پهتي آهي ته محبت جا سفر دلين کان شروع ٿي دلين تائين ئي ختم ٿيندا آهن اها دل جيڪا ڪائناتن جا هزارين طواف ڪري خوديءَ کي ترڪ ڪري بس ائين چوندي آهي ته بلهيا ڪي جاڻان مين ڪوڻ.

پڳاســين پيــار جــي اوڪــي نگــر ۾  
اڳيــان هــڪ راهــ بــي وينــدي رهــي

جديد سنڌي شاعريءَ جي اها اوسر ذاتي صور مون کي ته گهٽ نظر ٿي اچي، جنهن کي ڏسي چئي سگهجي ته اها اسان جي ڪلاسيڪل ورثي جي امين به آهي ته اها مستقبل لاءِ هڪ سمبل به آهي جو ته اها مسلسل ارتقا جي عمل کان ڪٽيل ، رواجي ورجاءَ جو شڪار آهي پر مڪمل ايئن به ناهي. احمد شاڪر جهڙا شاعر به موجود آهن جيڪي گهڻو ڪجهه حاصل ڪري ٿورو ڪجهه خارج به ڪندا رهن ٿا. سن شاعريءَ ۾ جدوڃهد يا ته رنجيون اپنائڻ بجاءِ دائميت طرف سفر ڪيو

**جامد ۽ متحرڪ تخليقي قدر**

آهي جن کي ڪٽ، جوڙ وند ۽ ضرب ڪرڻ جو فيصلو هنن مستقبل لاءِ تہ ڇڏي ڏنو آهي پر پنهنجا پئمانا ۽ پنهنجا تخليقي لاڙ پاڻ مقرر ڪري انهيءَ شاعري جا خالق ٿيا آهن جيڪا پنهنجا منفرد Vision بہ رکي تہ نمائشي ۽ تماشائي هئڻ بجاءِ زندگي جو ازلي اظهار تي سامهون اچي ٿي ۽ انهن بدعتن کان بہ پاڻ بچائي ٿي جن کي اپنائيندي اپنائيندي سنڌي شاعري شاعراڻہ گدلاڻ جو شڪار ٿي رهي آهي. فيس بڪ انهيءَ گدلاڻ جو گواهہ آهي.احمد شاڪر جو هڪ غزل پڙهي آئون سچ تہ پنهنجو پاڻ ۾ ٻڏي ويس ۽ منهنجي اکين ۾ لڙڪ تري آيا. انهيءَ غزل تي ڪجهہ بہ ڳالهائڻ کانسواءِ آئون سموري غزل آلين اکين سان توهان سان شيئر ڪريان ٿو.

ڪلهہ هڪڙو مندر ڊاٿائون
ڇڻ منهنجو اندر ڊاٿائون.

ڪالهہ ليڪا نڪتا جنت جا
گهر شيام ۽ چندرَ ڊاٿائون.

درياهہ سمنڊ وٽ ڪون پڳو
ائين ڪيتي بندر ڊاٿائون.

ڪلهہ بم ڦاڙيائون سيوهڻ ۾
هڪ هڪڙو قلندر ڊاٿائون.

مونکي خبر ناهي تہ احمد شاڪر جڏهن شاعري کان پري هوندو آهي تہ ڇا ڪندو آهي پر اها ڄاڻ اٿم تہ جڏهن تخليق هن سان پنهنجو رشتو جوڙيندي آهي تڏهن پهرين پاڻ تي تنقيد ڪندو آهي ۽ پوءِ اهي وکون کڻندو آهي جيڪي ڏسي چئي سگهجي ٿو تہ اهي ڪنهن اهڙي ماڳ طرف وينديون آهن جن جو ڪيس اڳ ۾ پتو ناهي هوندو. منهنجي دعا آهي تہ هن جون وکون سدائين ڪنهن نئين ماڳ طرف

**جامد ۽ متحرڪ تخليقي قدر**

هجن، نئين منزل طرف هجن جتان هو موٽي ته مٺهيارو ٿي موٽي، جيئن مستقبل ۾ هُو ڏوربينيءَ جي مدد سان نظر اچڻ بجاءِ نشانبر نظر اچي. مونکي يقين آهي ته ايئن ئي ٿيندو، ڇو ته هو:

خواب خيال پروڙي ــ ٽڪ پيچي ٿو
عڪس مصوري جوڙي ــ ٽڪ پيچي ٿو.

هڪ هڪ رنگ ملائي خيال ڇٽي ٿو
برش رنگن ۾ ٻوڙي ــ ٽڪ پيچي ٿو



(پورو ٿيو)

## پُراڻ پبليڪيشن جهڏو جا شايع ٿيل ڪتاب

1. آسن جو آسمان (شاعري) قادر سيال جهڏائي
2. جنين لوهہ لڱن ۾ (مضمون) محب ڀيل
3. مون مارو ميڄيا (مضمون) شمس منگريو
4. موندانيا (مضمون) محمد ايوب پنهور ڪڇي
5. ناياب نگر (شاعري) نياز پتافي
6. پسي مڇ م موٽ (مضمون) عبدالقيوم ٽالپر
7. ديوان غمدل (شاعري) غلام حيدر "غمدل" سيال
8. ڪوڙهہ (ڪهاڻيون) سجاد اختر ٽالپر
9. دراوڙ جاڳ ۾ آهن (مضمون) محب ڀيل
10. اٿر جي دائريءَ هيٺ (فڪريءَ جائزو) آدرش سنتوش گوماٽي
11. اُڳهي ڪير ڳوڙها (شاعري) اياز رضوي
12 اهڙا جن اهڃاڻ (شخصيت ۽ سوانح) مُرتب فقير سليمان لغاري
13 جامد ۽ متحرڪ تخليقي قدر (مضمون) فراق هاليپوٽو
14 سنڌو ۽ هاڪڙو جا وهڪرا (تحقيق) عثمان راهوڪڙو



فراق هاليپوٽو اسان جو سچيت دوست ۽ سگهارو شاعر آهي. هڪ شاعر طور، خاص ڪري نثري نظم جي هڪ اهم شاعر طور هُن پنهنجي حيثيت مڃرائي ورتي آهي. پر نثر ۾ به سندس لکڻيون جامد نه، پر متحرڪ آهن. جنهن جو ثبوت سندس هي ڪتاب ” جامد ۽ متحرڪ تخليقي قدر“ آهي. هي ڪتاب هڪ اڌ اسم ڪي ڇڏي ڪري، شاعريءَ جي مختلف ڪتابن تي لکيل سندس مهاڳن، اڀياسن ۽ تبصرن جو مجموعو آهي. فراق هڪ تخليق ڪار به آهي ۽ تخليقن جي باري ۾ سوچيندڙ سرجڻهار به آهي اهوئي ڪارڻ آهي جو هي تخليقي ڪم ڪرڻ سان گڏ پنهنجي دؤر جي تخليقي ڪمن تي به راءِ ڏيندو رهيو آهي. سندس هي ڪتاب سنڌي نثري نظم جي هيئت توڙي ٽيڪنڪ جي باري ۾ سندس راين سان ڀرپور آهي، جيڪي نثري نظم لکندڙ شاعرن جي رهنمائي به ڪري سگهن ٿا ۽ هن صنف جي باري ۾ نئين ۽ صحتمند بحث ڪي جنم به ڏيئي سگهن ٿا. تنهن کان سواءِ هن ڪتاب ۾ شامل لکڻيون مجموعي طور اسان جي همعصر شاعراڻي دؤر جو عمومي منظرنامو به آهن، جن مان پروڙ پوي ٿي ته اڄڪلهه سنڌي شاعريءَ ۾ ڇا وهي واپري رهيو آهي.

فراق پنهنجي لکڻين تي محنت به ڪئي آهي، انهن کي مختلف وڏن ۽ هاڪارن اديبن ۽ شاعرن جي حوالن سان به سينگاريو آهي، پر اهي علمي رعب ويهارڻ بدران پنهنجي ڪنهن علمي نقطي کي واضح ڪرڻ لاءِ ڪتب آندا آهن. هن گهڻي سادگيءَ ۽ چٽائيءَ سان شاعريءَ جي باري ۾ پنهنجن خيالن کي ترتيبيو ۽ سوڌيو آهي، جن منجهان سندس ايمانداري ۽ ڪنهن به رک رکاءُ کان سواءِ راءِ رکڻ وارو رويو به لياڪا پائيندي ملندو. هڪ طرح سان هي ڪتاب فراق جي همعصر سنڌي شاعريءَ جي باري ۾ نقط نظر کي اڀاري اڳيان آڻي ٿو. مونکي اميد آهي ته پڙهندڙ هڪ تخليقي شاعر جي، شاعريءَ جي باري ۾ هنن خيالن ۽ راين کي گهڻو مان ڏيندا.

**بخشڻ مهراڻوي**

24-09-2018

EMAAN Printers Hyd: 0333-2786020

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪ ”لُڙهندڙ نسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، پاڇوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻڻ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪـو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهـڙي دعويٰ ڪري ٿـو تـہ پَـڪَ ڄاڻو تـہ اُهـو ڪُـوڙو آهـي. نـہ ئـي ورِي پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪـڏهن ڪـو اهـڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بِہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻـن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اُهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿـي سگهن ٿـا. بيـن لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نـہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَـنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تـي بہ ٿِيـن. اهـڙي حالت ۾ پَـنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَـرڻ جـي اُصـولَ هيـٺ ڏي وَٺُ ڪنـدا ۽ غيرتجـارتي non-commercial رهنـدا. پَنَـن پـاران ڪتـابن ڪـي ڊِجيٽـائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪـو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪـرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پـو ٻيـو اهـم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مـان جيڪـڏهن ڪـو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَـن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ
کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليڪڪَن، ڇپائيندڙن ۽
ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ
کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪنهن بہ رُڪاوٽ کي نہ مڃن.
شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ،
پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ
جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.
... ...
جئن جئن ڄاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛
... ...
ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........
... ... ... ...
هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ
اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ
”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ
وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَڻَ جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اٹڇاٹن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَڻَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَڻَ سيني کي **چو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٹٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَڻَ پَڻَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)